# حضرت حسن بخش شاهه جيلاني جو ڪلام

مؤلف: عارف المولىٰ





هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊمي، ڏنڙو

اڪيڊميءَ جو ڪتاب نمبر _ 1

ڪتاب جو نالو: حضرت حسن بخش شاهه جيلاني جو ڪلام
مؤلف: عارف المولىٰ
نئين ترتيب: سيد امداد علي شاهه 'گل پير'
موضوع: شاعري
سال: 2012ع
ڇپائيندڙ: هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊمي
قيمت: 150 روپيا
ڪتاب ملڻ جو هنڌ: هادي حسن بخش شاهه جيلاني اڪيڊمي
ڳوٺ سبحان علي شاهه،
پوسٽ آفيس، ڏنڙو
تعلقو ٽنڊو آدم، ضلعو سانگهڙ

رابطي لاءِ: سيد امداد علي شاهه 0301-3452819
سيد پرويز علي شاهه 0304-4081099
سيد سليم شاهه 0343-3833464
احسان لغاري 'جان' 0344-3092229

# پبلشر نوٽ

مرشد حضرت حسن بخش شاھ جيلاني جو شمار سنڌ جي اعليٰ پايي جي صوفي شاعرن ۾ ٿئي ٿو سندس ڪلام جيتوڻيڪ گهٽ دستياب ٿي سگهيو آهي، پر جيڪو بہ مليو سگهيو آهي، سو "هيرن جي ڪاڻ" کان گهٽ نہ آهي. سندس ڪلام سائين شاهنواز شاھ 'عارف المولىٰ' ترتيب ڏنو ۽ سنڌي ادبي بورڊ پاران پهريون ڇاپو 1957ع ۽ ٻيو ڇاپو 1971ع ڌاري شايع ٿيو ان کان پوءِ هي رسالو ناياب ٿي ويو جنهن جي کوٽ گهڻي وقت کان وٺي محسوس ڪئي پئي وئي.

آئون جڏهن سنڌي ادبي بورڊ ۾ هئس، تڏهن مون ۽ منهنجي والد محترم خير محمد لغاري ڪوشش ڪئي تہ هي رسالو ٻيهر ڇپجي. ان وقت جي سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ محترم اعجاز منگيءَ ۽ وائيس چيئرمئن سائين شيخ عزيز صاحب سان اسان ملياسين ۽ رسالي جي ڪمپوزنگ جو ڪم منظور ڪرايوسين. ان بعد رسالو ڪمپوز ڪري، پروف پڙهي، ڪجھ نوان ڪلام شامل ڪري بورڊ ۾ جمع ڪرايوسين. ڪجھ وقت کانپوءِ محترم اعجاز منگي کي هٽايو ويو ۽ پروفيسر سيد زوار حسين نقويءَ بورڊ جو نئون سيڪريٽري ٿي آيو جنهن کي بہ رسالي جي ڇپائيءَ لاءِ ڪيترائي دفعا عرض ڪيو ويو. هڪ ڏينهن سائين پير خير شاھ جيلاني صاحب حيدرآباد آيل هو اسان گڏجي وجي سرفراز راڄڙ صاحب ۽ پوءِ پروفيسر سيد زوار حسين شاھ نقويءَ سان ملاقات ڪئي ۽ رسالي بابت عرض ڪيو پر ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو. اهڙيءَ طرح سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمئن ۽ سينئر وزير تعليم جناب پير مظهرالحق ۽ جناب مخدوم جميل الزمان صاحب کي بہ خط لکي عرض ڪيو ويو هو پر ڪا مثبت موٽ نہ ملي.

ڪجھ وقت اڳ هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊميءَ جي چيئرمين سائين يار محمد شاھ "عابد المولىٰ"، وائيس چيئرمين سيد امداد علي شاھ 'گل پير' ۽ اڪيڊميءَ جي معزز عهديدارن اهو فيصلو ڪيو تہ هي رسالو اڪيڊميءَ طرفان شايع ڪرائجي. ان فيصلي کي عملي جامو پهرائيندي هيءَ رسالو اڪيڊميءَ پاران شايع ڪيو پيو وڃي. آئون ذاتي طور محترم فيض گهانگهري صاحب جو نهايت مشڪور آهيان، جنهن هن ڪتاب جي پروف پڙهڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي.

**احسان علي 'جان'**
(اعزازي) سيڪريٽري
هادي حسن بخش شاھ جيلاني اڪيڊمي

حيدرآباد
15_03_2012

# مبارڪباد

تمام گهڻي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊميءَ طرفان، اسان هي رسالو شايع ڪري رهيا آهيون. سائين حضرت حسن بخش شاھ جيلانيءَ جي ڪلام جي ڪوٺ اسان گهڻي وقت کان محسوس ڪري رهيا هئاسين. منهنجي خيال ۾ 70ع واري ڏهاڪي ۾ آخري ڀيرو هي ڪلام شايع ٿيو هو ان کان پوءِ هي رسالو اڻ لڀ ٿي ويو هو.

حضرت حسن بخش شاھ جيلاني سنڌ جي نامور صوفي بزرگن ۾ شمار ٿئي ٿو توڙي جو سندس ڪلام تمام گهٽ دستياب ٿي سگهيو آهي، پر جيڪو بہ آهي موتين مالها آهي، جنهن تي تفصيلي بحث سائين عارف المولىٰ هن رسالي ۾ ڪري چڪو آهي. جنهن مان پڙهندڙ لاڀ حاصل ڪري سگهندا.

”هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊمي“ گذريل ٽن چئن سالن کان درگاھ تي ادبي رنگ رچائڻ ۾ مصروف آهي ۽ ان لاءِ آئون سائين يار محمد شاھ ’عابد المولىٰ‘، امداد علي شاھ ’گل پير‘ ۽ ٻين سيني دوستن جو شڪريو ادا ڪريان ٿو ۽ کين مبارڪباد پيش ڪريان ٿو تہ سندن محنتن رنگ لاتو آهي جو هاڻي هي رسالو مريد ۽ عقيدتمند پڙهي سگهندا.

سيد نور محمد شاھ جيلاني

گادي نشين

درگاھ حضرت حسن بخش شاھ جيلاني

ڊنڙو شريف

# عرضِ حال

بزرگ دوستو! اڄ جڏهن پنهنجي مرشد هادي حسن بخش شاهه جيلانيءَ بابت لکڻ جو شرف نصيب ٿئي پيو ته دل خوشيءَ مان نچي ۽ ڪڏي پئي. سندن بابت آئون ناچيز ڇا لکي سگهندس. بس جيئن سائينجن پاڻ فرمايو آهي ته:

دلئون دستگير کي ڪو سوالي ڪري سڏ.
گوهر ڏيندس گڏ، هڪل سان "حسن بخش" چئي.

بلڪل انهيءَ مصداق، گذريل ٽن چئن سالن کان دلي خواهش هئي ته سائينجن جو رسالو شايع ڪرائجي، جيڪا اڄ پوري پئي ٿئي.

ڪجهه سال اڳ جڏهن قبلا بابا سائين عارف المولئ جي ورسي ملهائڻ جي سلسلي ۾ معزز مهمان اديب ۽ شاعر سائين غلام رسول شاهه (ٽنڊو محمد خان) سان گڏ سائين امداد حسيني جن آيا ته مون کين عرض ڪيو ته "سائين حسن بخش جي رسالي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڪا اڳڀرائي ڪرايو." ان وقت پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جا ميمبر به هيا. پاڻ هر ممڪن ڪوشش جو واعدو به ڪيائون وري به سال اڳ ساڳئي ورسيءَ تي محترم سرفراز راڄڙ صاحب به آيا، انهن به پنهنجي خطاب ۾ وعدو ڪيو ته سائينجن جو ڪلام شايع ڪرائڻ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ وارن کي عرض ڪندا، پر ڪم ڇُريوئي ڪون.

جڏهن اسان "هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊميءَ" جو بنياد رکيو ته پهرين سنڌي ادبي بورڊ کي وارن کي خط لکياسون، پر مايوسيون ئي نصيب ٿيون. برادرم خير شاهه جيلاني هن درگاهه جو چشم چراغ آهي ۽ ماشاءَ الله حڪومتي پارٽي سان وابسته آهي، باوجود ٿوري ڪوشش جي هن ڪم کي تڪميل تي پهچائي نه سگهيو. وري جڏهن قبله سائين مخدوم جميل الزمان سنڌي ادبي بورڊ جا چيئرمين ٿيا ته ڏاڍي خوشي ٿي ۽ مون سائينجن جي درگاهه سان وابسته رسالي "سروري پبليڪيشن" ذريعي سائينجن کي مبارڪ باد پيش ڪئي ۽ وري اڪيڊميءَ جي پيڊ تي پنهنجا هٿ اکر لکي عرض ڪيم ته: "سائين مبارڪ هجيوَ هي عهدو اوهان کي پنهنجي ڏاڏي قبله سائين طالب المولئ جي نسبت مليو آهي. سڄي ڳالهه ٿيندي جو اوهان هين ڪمن سان گڏ پنهنجي خاندان سان واسطو رکندڙ درگاهن جي شاعرن جي به پرگهور لهو." پر افسوس جو سائين جن ته لفظ جواب جا به نه لکيا. حالانڪ سائينجن جي خاندان سان سائين حسن بخش جيلانيءَ کان وٺي واسطو رهيو آهي ۽ محبت جي هڪ واٽ رهي آهي، بهرحال تمام گهڻو ڏک ٿيو ۽ اهو ڏک بابا سائينءَ جي هي ڪافي بار بار پڙهي دل جو بار هلڪو ڪندو آهيان:

وقت روئڻ جو آھ سدائين، ٿهڪ ڏيڻ سڪ جاني،
مرڻو نيٺ ادا ڙي آهي، ڪجھ تہ جيئڻ سڪ جاني.

بهرحال گذريل ٽن چئن سالن جي ڪاوشن رنگ لاتو جو اڄ سائين هادي حسن بخش شاھ جي عرس مبارڪ جي موقعي تي سائين جو رسالو شايع ٿي رهيو آهي. آئون ناچيز هوندي تہ سست ۽ ڪاهل انسان آهيان، ليڪن مرشدن وڏن جي دعائن سان اهڙن موقعن تي چست ٿي ويندو آهيان. هينئر بہ احسان لغاري رات جو ساڍا ڏهہ وڳي فون ڪري چيو تہ توهان ڪجھ لکو. حيدرآباد جي گهر ۾ اڪيلي ويهي رات جو تقريباً هڪ ٿيو آهي، جو سائينجن جي شان ۾ لکڻ جي سعادت نصيب ٿئي پئي ۽ اها سعادت قبلہ عارف المولي ڪان پوءِ مون ناچيز جي نصيب ۾ آئي. قبلہ سائين جي شاعري جي باري ۾ تہ ڪي سالڪ ئي لکن. آئون ناچيز صرف ايترو لکندس تہ شعر تمام گهٽ مقدار ۾ هٿ آيا آهن، ڪجھ نوان شعر هينئر بہ سؤٽ غلام علي شاھ جيلاني ڪي ڪنهن مهرباني وٽان پهتا آهن، اڃان بہ اميد آهي تہ ڪجھ ڪلام هٿ ٿي سگهندو.

هتي آئون ڪجھ خاص مهربانن جو شڪريو ادا ڪندس، جن هميشہ درگاھ جي ڪمن ڪارين ۾ مونسان ۽ منهنجي ساٿين سان خاص تعاون ڪيو آهي، انهن ۾ نور سنڌي صاحب، سيد ڏنل شاھ جيلاني، سيد غلام شاھ جيلاني، سيد منصور شاھ جيلاني، سيد حيدر شاھ جيلاني، سيد پرويز شاھ سيد امداد علي شاھ ’گل پير‘، سيد سليم شاھ جيلاني، جان محمد ابڙو صاحب، الله بخش گهانگهرو صاحب، احسان لغاري ۽ ٻيا ڪجھ مهربان. ان ڪان علاوه هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ جن سڄڻ مالي سهڪار ڪرائي پنهنجو نالو ”يوسف جي خريدارن“ ۾ شامل ڪيو انهن ۾: پير علي شاھ، شاهد بيگ، بشير محمد لغاري، گدو ميتلو امير حسين لغاري، خيرو راڄپر، رئيس طارق ٿهيم، صحبت ڏاهري، عاشق بوزدار، عبدالخالق لغاري، ماستر الهڏنو خاصخيلي، ستار بخش لغاري، سڪندر لغاري، مصطفيٰ ملڪ، جاڳڻ خان لغاري، سيرچ راڄپر، محمد جمن ٻڙدي، قربان سريوال، وڪيل سريوال، حسين بخش سريوال، نياز سريوال، يوسف ابڙو، مصطفيٰ پنجابي، ارشاد لغاري، محمد لائق لغاري، جمال خان لغاري، دلبر لغاري، لياقت لغاري، استاد عبدالڪريم لغاري، استاد سلامت لغاري، وڏيرو گاجي ابڙو، وڏيرو علم ابڙو، شبير لغاري، دلبر باگراٽي، شاهجهان خاصخيلي، ستار بخش لغاري وغيره جو پڻ ٿورائتو آهيان.

**سيد يار محمد شاھ عابدالمولي**

چيئرمين، هادي حسن بخش جيلاني اڪيڊمي

# مقدمو

(1)

## سائين حسن بخش شاهه جيلانيءَ جي زندگيءَ جو احوال

**خاندان ۽ حسب نسب:**

حضرت سائين حسن بخش کي اڪثر ”هادي سائين“ ڪري سڏيندا هئا. سندن وڏا، برهانپور مان لڏي، اچي سنڌ ۾ رهيا. سنڌ ۾ سندن پهريون ڳوٺ، قاضي احمد جي پرسان، پڪرين لڳ ٻڌل آهي. ان بعد سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سندن فيض ۽ اولاد پکڙيو. ڪن ڇتن شاهه ۾ خيما کوڙيا، ڪن تعلقي حيدرآباد ۾ گهوڙاٽن شهر ۾ پڳهه هنيا، ته ڪن وري ڏُنڙي ۽ احمد آباد کي وسايو- مطلب ته هرڪو پنهنجي سٺي سهي آهر وبو ورسندو.

سائين حسن بخش جي نسب جو سلسلو جناب حضرت پير دستگير، سيد عبدالقادر جيلانيءَ سان وڃي ٿو ملي. انهيءَ نسبت سان پاڻ ۽ سندن خاندان جيلاني سيد سڏبا آهن.

**ولادت، تعليم ۽ تربيت:**

سائين حسن بخش، غالباً 1262 هجريءَ ڌاري، ڳوٺ ڏُنڙي، تعلقي شهدادپور (هاڻي ٽنڊوآدم) ۾ پنهنجي ناني، پير سبحان علي شاهه ”کير پياڪ“ وٽ تولد ٿيا. سندن والد شريف، پير گلزار علي شاهه، تعلقي حيدرآباد ۾، شهر گهوڙاٽن جي لڳ، پير پاون شاهه جي ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ اُتي ئي سندن آخرين آرامگاهه آهي.

سائين حسن بخش، اُن وقت جي عام دستور موجب، پنهنجي ناني جي سرپرستيءَ هيٺ، عربي ۽ فارسيءَ جي چڱي تعليم حاصل ڪئي. مون پنهنجي والد سيد ڏنل شاهہ جيلاني مرحوم جي زباني ٻڌو تہ سائين حسن بخش کي مطالعي جو ايترو شوق هوندو هو جو پاڻ پينگهي ۾ پيا لڏندا هئا، ۽ چؤطرف ڪتاب پکڙيا پيا هوندا هئا: پاڻ ڪتابن ڏانهن اشارو ڪري، چوندا هئا تہ: "ابا! سترهن ديوان هي آهن، ۽ هڪ ديوان هيءُ بندو آهي".

جيئن تہ تازو راقم الحروف کي، مرحوم رئيس حڪيم آلودي خان شيراڻي لغاريءَ جي چڏيل ڪتابن ڏسڻ جو موقعو مليو جنهن ۾ هڪ طبي نسخي جي مٿان ڇاٽايل هو تہ "از ڪتبخانہ پير حسن بخش جيلاني دنڙه"- انهيءَ منجهان پوري ساک ملي سگهي ٿي تہ سائين حسن بخش وٽ هڪ شاهي ڪتبخانو هو.

## جوانيءَ جو زمانو ۽ مجاز جي چوٽ:

"جواني ديواني آهي"- ان وقت ڪيترا پنهنجي حال ۾ مست ٿي وڃن ٿا. سائين حسن بخش وٽ بہ جيئن جواني آئي، تيئن آرڏائي ۽ بيپرواهيءَ سان گڏ، سورن جا سامان ڪٺي آئي. جيتوڻيڪ سندن چهري ۾ رعب، اکين ۾ ڏيا ۽ جسم ۾ بيباڪي ۽ بهادري سمايل هوندي هئي، پر اهڙيءَ زبردست طبيعت کي بہ مجازي محبت هٽي موهي وڌو ۽ عشق جا انگور سِڪ پرئي سيني مان سرجڻ لڳا.

هڪ حسين نينگري سندس محبت جي دنيا ۾ داخل ٿي- پر ظالم زمانو ٻن دلين کي ڪٺي ٿو هڪ ٿيڻ ڏئي؟ نيٺ اُها محبت جي ماريل مائي، دنيا وارن جي ظلم و ستم کي بہ پنهنجي دوست جي ديدن جي دوناليءَ جو گهاءُ تصور ڪري، هميشہ لاءِ وڃي سُک ۽ آرام جي ننڊ سُتي.

اُن مائيءَ جي ناگهاني موت سبب سائين حسن بخش جي تہ دنيا ئي بدلجي ويئي، ۽ مجازي محبت مان حقيقي عشق جو عقاب کين چنبن ۾ چائي ويو.

"عشق عقاب، شتاب مون کي، باز وانگي آچي جهٽيو آ."

(حسن بخش)

## عام مشغوليون:

سائين حسن بخش کي ملاکڙن جو خاص شوق هوندو هو ۽ سندن انهيءَ شوق جي ڪري، ٿر ۾ وڏا وڏا پهلوان پيدا ٿيا. جهڙوڪ جمال سريوال وغيره. کين شڪار جو بہ شوق هوندو هو. پاڻ بندوق جا سٺا توبچي هئا. باز ۽ باشي جو بہ شوق رکندا هئا. جيئن تہ پاڻ هڪ عاشق مزاج ۽ ڏکويل دل انسان هئا. تنهنڪري راڳ سان خاص اُنس هوندو هوِن. ۽ سندن محفل ۾ هر وقت ڳائڻا وڄڻا هوندا هئا. جهڙوڪ ڪوٺ۔ ڏٽي بادشاهہ پير صاحب پاڳاري جو خاص نوازيل گويو آچر ميراسي ۽ ڪافين جو سدا سگهڙ نور شاهہ وغيره جي ٿورن ٿورن ڏينهن کان پوءِ وَر وَر ڪيو پيا اچي سلامي پريندا هئا. مطلب تہ وٽن سدائين سگهڙن جون سٿون، ۽ قربن جون ڪچهريون لڳيون پيون هونديون هيون.

## شادي ۽ اولاد:

سائين حسن بخش شاهہ پهرين شادي، مون راقم الحروف جي پڙڏاڏي پير علي بخش جي دختر نيڪ اختر سان ڪئي، جنهن منجهان هڪ فرزند بہ تولد ٿيو پر ٿوري وقت کان پوءِ وفات ڪري ويو. پوئينءَ عمر ۾ اولاد ٿيڻ لاءِ پنهنجن دوستن ۽ مائٽن جي گهڻي اصرار تي اُڏيري لال جي پرسان سيدن مان ٻي شادي ڪيائون، پر ان منجهان بہ ڪو اولاد پيدا ڪونہ ٿيو. ۽ پاڻ پنهنجي ڀاٽيجي- يعني هن راقم الحروف جي والد، پير ڏنل شاهہ جيلاني کي پنهنجو مُربي پُٽ ڪري سڏيائون.

## وفات:

چون ٿا تہ ملڪ ۾ وبا پکڙيل هئي ۽ عام جام ماڻهو مري رهيا هئا. هڪ ڏينهن صبح جي وقت ڳوٺ شاهن رند، تعلقي سنجهوري جي هڪ بلوچ عورت اچي عرض ڪيو تہ: "قبلا، منهنجو ٻچو سخت بيمار آهي، خدا جي واسطي اُن کي هلي ڪا دعا ڪريو ۽ دوا دارون ڏسيو." پاڻ چيائون تہ "بابا! صدقي ويجان ڏٽيءَ جي نام تان، هل تہ هلون." پاڻ هڪدم وڃي اتي پهتا، ڇوڪري لاءِ دعا ڪيائون ۽ دوا دارون ڏسيائون. ڇوڪري گهڻيءَ دير کان پوءِ ڳالهايو ۽ اک پٽي، پر سائين حسن بخش جن پاڻ اتي جو اتي بيمار

تي پيا. پوءِ پاڻ اتان پينگهي ۾ ڪٽائي، پنهنجي ڳوٺ ڏنڙي پهتا، ۽ ستين جمادي الاول، سن 1318ع هجري صبح جي وقت هن فاني دنيا مان هميشہ لاءِ برقعو مٽايائون، ۽ بقا جي ملڪ ۾ وڃي آرامي ٿيا- "اِنا للهِ وَ اِنا اِليہ راجِعُونَ!"

اهڙي ماڻڪ موتيءَ جي وڃڻ ڪري ملڪ ۾ مانداڻ مچي ويو. اوسي پاسي وارا اورانيا ڪري رُنا، ۽ وقت جي شاعرن مرثيا پڙهيا. رمضان فقير واڍي تہ هيئن اوساريندي چيو:

آڏ ڏونگر لڪيون، سوڙها ڙي سوڙا،
مِرون گهاٽي جهنگ ۾ جوڙا ڙي جوڙا،
ويو وَر "واڍو" چئي، گهوڙا ڙي گهوڙا،
ڏير ملن، ڏاتر ڪري، ڏوڙا ڙي ڏوڙا،
روئان رت "رَمضان" چئي، ڳوڙها ڙي ڳوڙها،
هاڻ ٿَڪر ۽ ٿوڙا، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا!

## حليو ۽ پوشاڪ:

سائين حسن بخش ڪي جن ڏٺو هو. تن جو چوڻ آهي تہ "سائين حسن بخش نهايت ملاحت ۽ صباحت جو صاحب هو. سندن تصوير موهيندڙ ڏيادار ۽ ڪڪڪ رنگي هئي. اکيون وڏيون گلابي، نڪ ڊگهو ڪنڊو پيشاني ڪشادي، وار ڊگها. شهپر گهاٽا، وڏا ۽ رعبدار. سونهاري پوري ڪينچيءَ تي ورتل، جنهن کي پيريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ميندي بہ لڳائيندا هئا، نہ تہ گهڻو ڪري سفيد هوندي هُيَن. قد پورو ڊگهو. سئين ڪاني، سينو موڪرو چيلهہ سنهي، ڪارايون گول. ڪارايَن جا وار اُڀتا. جسہ پريل، ساڄي پير جون ٻہ آڱريون ٻٽيون، جنهن ڪري سنڌي جُتي پائڻ ۾ تڪليف ٿيندي هُين. مطلب تہ سندن صورت نهايت دلڪش ۽ رعبدار هوندي هئي.

جوانيءَ ۾ ريشمي لونگيءَ جي دستار ٻڌندا هئا، سنهو ريشمي پهراڻ ۽ مخمل جو سائو ڪوٽ پائيندا هئا. پيرن ۾ گهڻو ڪري ملتاني سليپر- هوندو هون، ۽ ڪڏهن ڪڏهن جوتو يا بوٽ بہ پائيندا هئا. سندن تندرستي سٺي ۽ طبيعت تواني هوندي هئي.

## اخلاق ۽ عادتون:

سائين حسن بخش پنهنجي وقت جو وڏو سخي مرد هو. ننگرخانو هميشہ پيو هلندو هون. پاڻ رات جي ماني گهڙيءَ دير ڪان پوءِ کائيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ خيال هوندو هونِ تہ متان ڪو اُڙيو ڪڙيو مهمان نہ اچي وڃي. پر جڏهن ڪو بيوقتو مهمان اچي ويندو هو. تہ اُن کي پنهنجي رکيل ماني ڏياريندا هئا. ۽ پاڻ بُک ۾ سُمهي پوندا هئا. پاڻ سدائين "آٺين ۽ چاڙهين ڏٿ ڏيهاڙي سومرا" جي مصداق رهيا. نہ دنيا جا طالب هئا، نہ دنيا کي گڏ ڪيائون، ۽ هميشہ توڪل جي ترهي تُرندا هئا.

هڪڙي بوزادر بلوچ کين زمين جو سڄو ڪڙيو ننگر جي خرچ لاءِ ڏنو اُن وقت ئي هڪ سواليءَ اچي سوال ڪيو. جنهن تي پاڻ اُهو سڄو ڪڙيو اُن کي بخش ڪري ڇڏيائون. وفات وقت پنهنجي پاٽيجي، يعني منهنجي والد صاحب کي وصيّت فرمايائون تہ: "ابا اسان وٽ ملڪيت ڪانهي، متان انهيءَ جي آسري ۽ ماڻهن جي چوڻ تي ڪڏون ڪوٺين. اسان وٽ الله جو نالو آهي، جو سدا شاهوڪار آهي- پاڻ چار ڪوڏيون اسان جي قرض جون ڏجان!"

(2)

# سائين حسن بخش شاهه جيلانيءَ جي شاعري

جيئن تہ اُن وقت سنڌ ۾ ڪافيءَ جي صنف ڪافي عروج تي پهتل هئي، ۽ غزل جو دؤر نئون شروع ٿيو هو تنهنڪري سائين حسن بخش غزلگوئيءَ ۾ تمام ٿوري طبع آزمائي ڪئي آهي، باقي ڪافي- گو شاعرن ۾ هو هڪ ممتاز حيثيت جا مالڪ ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سندن ڪافيون وقت جا ڳائڻا سوڪڙيءَ طور ياد ڪري، پنهنجن ڳوٺن ۾ وڃي ڳائيندا هئا. اُن وقت جا ڪافي- گو شاعر مصري شاهه، مهدي شاهه، خير محمد هيسباڻي، سليمان شاهه، بيڪس، مخدوم امين محمد، رمضان فقير، سانگي، صاحبڏنو شاهه ۽ ٻيا مشهور هئا. سائين حسن بخش پنهنجي وقت جو يگانو گوهر هو. سندن ڪلام جو نمونو ڪيترن ڪان نرالو آهي، جيڪو رچ، رس يا رنگ سائينءَ جي ڪلام ۾ نظر اچي ٿو سو ٻئي ڪنهن شاعر جي ڪلام ۾ ورلي نظر ايندو.

سائين حسن بخش نہ رڳو شاعر هو پر هڪ دردمند دل رکندڙ درويش بہ هو. سندن هرهڪ لفظ ۾ سوز سمايل آهي، ۽ سندن هرهڪ ڪافيءَ ۾ تصوف ۽ توحيد جا چشما اُڏما ڪائيندي نظر اچن ٿا. هو فصاحت ۽ بلاغت جو درياءُ آهي. سندن ڪلام ۾ ڪيتريون شاعرانہ خوبيون نظر اينديون- ڪٿي سوز و گداز جا سُرمنابل وهندي نظر ايندا، تہ ڪٿي "همہ اوست" جا نعرا، ڪٿي ذاتي ۽ صفاتيءَ جا راز سمجهايل هوندا، تہ ڪٿي نفي ۽ اثبات جا اسرار- مطلب تہ سندن سڄو ڪلام عشق و محبت ۽ سوز و گداز سان ڀرپور نظر ايندو.

### ٻين شاعرن جو اثر ۽ تتبع:

ماضيءَ جو اثر حال تي پوڻ ضروري آهي. پوءِ اهو چاهي ادب هجي، يا زندگيءَ جو ڪو ٻيو پهلو. هرهڪ شاعر ڪنهن نه ڪنهن اڳوڻي شاعر کان ضرور متاثر ٿيندو آهي، ۽ ٿيڻو به ضروري آهي. اهڙيءَ طرح، سائين حسن بخش تي به اُستاد شاعرن جو ڪافي اثر چڙهيل ٿو ڏسجي. ڪين ڀٽائي صاحب جي رسالي سان دلي محبت هوندي هئي، ۽ اُنهيءَ طرز تي ڪيترن وار ڪافي بيت چيل اٿن.

### حمل فقير ۽ سائين حسن بخش:

حمل فقير هڪ ذهين، هوشيار ۽ سگهڙ شاعر ٿي گذريو آهي. حمل فقير جي رنگين شاعريءَ سنڌ ۾ چڱو چهچٽو ۽ چس چاهه پيدا ڪيو. حمل فقير پيرسن هو، جو ڏُنڙي جي قريب، جعفر خان لغاريءَ جي ڳوٺ ۾ گهڻو ايندو ويندو هو. سائين حسن بخش اگرچ اُن وقت جوانيءَ جي سرڪش ڪيڪان تي سوار هو، ته به سندن سليم طبع ۾ اهڙن سالڪن سگهڙن جي صحبت جي سِڪ هئي. انهن ڏينهن ۾ لعل بخش خان لغاري، جيڪو هڪ وڏيءَ سُڌ ٻڌ وارو شخص ٿي گذريو آهي، ۽ ٻيا ڪيترائي جهونا جونجهار حمل فقير جا صحبتي هوندا هئا، جن سان حسن بخش شاهه جن جون رس رهاڻيون ٿينديون هيون.

اهي ماڻهو جي سائين حسن بخش جي محفل جا ساٿيا هئا، تن جو چوڻ آهي ته "اسين حمل فقير سان گڏجي، سائين حسن بخش وٽ اچي ڪچهريون ڪندا هئاسين ۽ ڪڏهن سائين حسن بخش حمل فقير جي اچڻ جو ٻڌي، پاڻ به اچي محفلن ۾ شرڪت ڪندا هئا. حمل فقير جي صحبت جي ڪري سائين حسن بخش سرائڪي ٻوليءَ ۾ به چڱو شعر چيو آهي. حمل فقير جي تتبع تي، بحر طويل ۾ چيل، سندن هيٺيون ڏوهيڙو گهڻو مشهور آهي:

محبوب مٺا مٺار ميڏا، مئين روز ويکان تيڏيان راهين-  
آءَ ڪڏاهين!  
سوز فراق دي سور سڻاوئين، دل اندر ديان دانهين-  
آءَ ڪڏاهين!

دل جوش تيڏي، بيهوش ڪيتي، چوڏار بره ديان باهين-
آءَ ڪڏاهين!

هم حال ڏيوين هڻ نال "حسن بخش"، ڀهگڻ ٻاجھ نہ لاهين-
آءَ ڪڏاهين!

سائين حسن بخش جي طبيعت ۾ اهڙي رواني هوندي هئي، جو خيال اچي ويو تہ ٻہ- ٽي ڪافيون لڳو لڳ چئي ويندا هئا. الله بخش فقير، سندن حاضريءَ جو خاص ماڻهو مَس قلم موجود رکندو هو ۽ هڪ- ٻہ ڪافيون لکي وٺندو هو. ڪا مصرع ڪنهن ياد ڪري ورتي، تہ ڪا ڪنهن: اهڙي طرح هن مهراڻ جي موج مان جيڪي موتي هٿ آيا، سي پلئي پيا، ۽ ٻيا ڪيترا رهجي ويا. طبيعت توڙي شعر جي لحاظ سان، پاڻ مذهبي مونجهارن کان هميشہ پري رهندا هئا، ۽ "با مسلمان الله الله، با برهمن رام رام" واري اصول جا قائل هئا.

"بيدل" جي وفات 1289 هجريءَ ۾ ٿي آهي. پاڻ ان وقت ويهن- پنجويهن سالن جي عمر جا هئا، تنهنڪري بيدل جي تتبع تي بہ ڪيتريون ڪافيون چيون اٿن- جيئن تہ:

**بيدل:**

ڪونہ ڏنوسين جڳ منجھ جيڏيون، عشق جھڙو آزار ميان!

**سائين حسن بخش:**

ڪونہ اهڙو ٻيو ڏٺم، جھڙو عشق جو آزار يار!

اهڙيءَ طرح سائين حسن بخش ٻين هينين شاعرن جي تتبع تي پڻ ڪلام چيو آهي:

**(1) مخدوم امين محمد (ولادت 1254، وفات 1303 هجري):**

هالا جي مخدومن منجهان هئا. سائين حسن بخش جا نزديڪي همعصر ۽ همخيال شاعر هئا. هڪٻئي جي تتبع تي تمام گهڻيون ڪافيون چيون اٿن- جيئن تہ:

جنين کي عشق جو آهي، نشو نروار اثباتي...

1. ڪينئون هٿ بره جا پيالا، رسيا عبديءَ ڪنا اعليٰ،
ڪنين ويراڳ جا والا، وڏائون فڪر جي ٿاهي:
سا لائي "لا" سندي ڪاتي!

2. ڪتي سا راند ٿيا راسا، پئون ٻارهن پٽي پاسا،
خفيءَ ۾ خان ٿيا خاصا، ڇڏيئون گهر ڍاوَ جا ڍاهي:
رکي هڪ رمز ڏينهان راتي!

3. اَندر ۾ عشق جا ڪورا، مچيائون محب جا ٿورا،
پچي ڪئين ٻت ڪيئون پورا، تنين جي شرف شڪ ناهي:
ڪيُن ظاهر ذات ۾ ذاتي!

4. "آمين محمد" اُهي آندا، جي "هُو" ۾ هوءِ هيڪاندا،
نہ هڪدم ورهہ ڪان واندا، ٿي ماريا موت مت ڇاهي:
مَر ڇٽو سي مرد مماتي!

(مخدوم امين محمد)

**سائين حسن بخش:**

جنين جي جان ۾ آيو آ حضرت عشق اثباتي...

1. ڇڏيائون نفس کي نائي، ڪاتي سا "لا" سندي لائي،
خفي سان خيال تي پائي، اٿن روحيءَ سندو رايو:
وڃي ٿيا ذات ۾ ذاتي!

2. آڏوتي الک سان اورن، ڪنهن ڪان ڪنڌ تا ڪورن،
وينا پنهنجي ڏيل ۾ ڏورن، مٿو مونن مٿي پايو:
رکن رند رمز ڏينهن راتي!

3. نفي ثابت آ جن ڪيڙو صغريٰ سير تن ٽيڙو
پرو ڪبريٰ اُنهن پيڙو "موتواقبل ال" جنين چايو:
نہ ٿيا سي مرد مماتي!

4. جڏهن هي چاڙ چاتائون، آلک سان پيچ پاتائون،
پَلو سڀ بره پاتائون، تنين جي گهور هڪ گهايو:
ڇني ٿو ڇوهہ مان ڇاتي!

5. سري ۾ سر سُڃاتائون، "حسن بخش" چاڙ چاتائون،
اُتي وڃي نينهن لاتائون، جتان وري ڪونہ ڪو آيو:
وڏئون "وَجه حق" ۾ جهاتي!

(2) **سليمان شاهه** ولد محمد شاهه لڪياري ڳوٺ بودلو ڏاهري تعلقو نوشهرو فيروز پير صاحب حزب الله شاهه پاڳاري جو مريد ۽ سائين حسن بخش جو همعصر هو. هڪڙي جي تتبع تي گهڻيون ڪافيون چيون اٿن- جيئن ته:

بنان لشڪر خزاني جي، ٿيڻ سلطان مشڪل آ.

1. دم دم ۾ دل هميشه خفا دلدار جي ڀاڃهان،
گهڙي هڪ يار کان پاسي، منهنجو گذران مشڪل آ.
2. اگر ڪنهن چيز کي هٿجي، ڪشي ڪو ڪانُ اٽڪل سان،
لڳي ڪنهن ريءَ ڏسڻ ڀاڃهان، چُٽڻ نيشان مشڪل آ.
3. لڳي "سليمان" کي عبرت، ڏسي انصاف قدرت جو،
بنان جهُڙ جي منجهان آسمان، وَسڻ باران مشڪل آ.

**سائين حسن بخش:**

گهڙي منجهه عشق جي دريا، هلڻ هُن پار مشڪل آ،
لنگهي تنهن حد لاحد کان، ٿيڻ مختار مشڪل آ.

1. لاڳاپا لوڪ جا لاهي، ڇني سڀ يار يارانا،
نڱئون نڪري ٿيڻ نانگو نسنگ نروار مشڪل آ.
2. ڏِسي سي ڇوهه ڇونين جا، پوڻ ڪاهي انهيءَ ڪُن ۾،
بحر منجهه موج مستيءَ جي، سَٽڻ سِر يار مشڪل آ.
3. ناهي ڪو ٻانڊ، نا سيٺهه، نڪا ڪشتي ملاحن جي،
توڪل جي بنان، ترهي، ترڻ سو تار مشڪل آ.
4. "حسن بخش" هوش جون ڳالهيون، ڦٽا ڪر ڦند فڪرن جا،
بنان سَودي صفا سِر جي، ڏسڻ ديدار مشڪل آ.

(3) **ڪمال فقير:**

ڏي سگهو ساٿي وڃي، نازڪ نياپو يار کي!

(4) **صاحبڏنو شاهه:**

قاصدا، نامِ خدا، ڏي نياپو يار کي!

(5) **ڪمال فقير، ٻيو:**

پلڪ ۾ پانڌيا وڃي چئو حال، حيدر شاهه کي،
مرتضيٰ، موليٰ علي، هيٺن سندي همراهه کي.

1. ٻانهون ٻڌي ٻهڳڻ اڳيان، وڃي درد مان دل خواه ڪي،
پارت پورهيت جي ڪجانءِ، وڃي مومنن جي ماه ڪي.
2. اڪڙيون عرب جي پار ڏي، روبو نهارن راه ڪي،
بيوسيلن جا وسيلا! واه ڏي بيواه ڪي.
3. ”ڪمال“ ڪي حُب ڪربلا جي، اڪنڊ آ ارواح ڪي،
سِڪ اٿم سيني گهڻيٌ، شاهِ نجف جي شاه ڪي.

**سائين حسن بخش:**

قاصدا! نامِ خدا، چئو يار بيپرواھ ڪي،
هيءَ سِڪايل تي سِڪي، جنهن جي سوگهو ڪيڙئي ساھ ڪي.
1. رات ڏينهن آرام ناهي، اُڪنڊ آ ارواح ڪي،
نال، فرياد و فغان، منهنجي آهِ، باليٰ آه ڪي.
2. ياد ڪيو يوم الوصال، روبو ڏسان تي راه ڪي،
معاف ڪر منهنجا منا! هِن گوليءَ جي تہ گناھ ڪي.
3. ڪيئن ڪيان، ڪاڏي وڃان؟ هن عشق جي آڙاھ ڪي،
بحرِ قلزم نا وِسائي، برھ جي هِن باھ ڪي.
4. هي ”حسن بخش“ نا وساري، دلبرِ دل خواهِ ڪي،
اَچ اگڻ منهنجي منا! آچي واه تي، بيواه ڪي.

**(6) خير محمد فقير هيسباڻي:**

انهيءَ سيف آبرو جي سوين، مانجهي هزارين ماريا.
1. ڪئين ماريا ڪئين جياريا، ڪئين عشق جا آزاريا،
انهيءَ شوق شيرين جي سبب، فرهاد ڏونگر ڏاريا.
2. ڏنو تخت ڪي رانجهن ترڪ، ٻيا اسباب ڪُل اڏاريا،
رنگپور جي رهاڻ لئي، تي چاڪ وڇڙا چاريا.
3. صنعان جهڙن سالڪن، تقويٰ جا ورق وساريا،
انهيءَ زلف جي زنجير ۾، ڪاڪل ڪمڙا ڪاريا.
4. سڻي ”خير محمد“ ايءَ خبر، ورد و وظائف واريا،
جيڪي عشق آدم سين ڪيا، سي قول پنهنجا پاريا.

**سائين حسن بخش:**

هن عشق جي آڙاهہ ڪئين هزار ڀڄڻ ڀاريا،
هر دو جهان نينهن جي نشي، جوڳي جُنگ جياريا.

1. بره باب جي عتاب پيا، ... تاب ڪُل وِساريا،
ڪئين جوان منجهہ طوفان، ڪن جا ڏيل ڪوٽ ڏاريا.
2. مجني، مير امير تي برَ ۾ گل ٻهاريا،
جنهن ڪي ليليٰ هڪڙي لاڏ سان، سَوَ سبق سور سيکاريہ
3. ڪربلا، قرب ڪبريا، ٿهري قتل ڪار...
اهي مِير مُڙيا ڪين، جن جي موڙ سِرَ ملهار...
4. چاڪ، صاحب تخت جي، اسباب ڪل اُڏاريا،
جهنگ سيال جي خيال، رانجهن ڀاڙ ڀهاريا.
5. ”حسن بخش“ هوتن لئي، هَي هَي لڙڪ هاريا،
قربان تن جي نام تان، جن قول ’قالوا‘ جا پاريا.

مطلب تہ سائين حسن بخش جي زندگي، شاعرن ۽ درويشن جي صحبت کان ڪڏهن بہ خالي نہ رهي آهي. سندن ڪلام ۾ هرهڪ نغمو سوز ۽ ساز جو مجموعو نظر اچي ٿو ۽ هرهڪ شعر ۾ حقيقت جو جـ م لبريز آهي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن زنده دل شاعر جي زندگيءَ کي ان جي صداقت پرئي ماحول ۽ پاڪ جذبن جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو تہ مناسب آهي تہ سندس ڪلام جو مطالعو ڪري: ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ شاعر جو ڪلام خالي ڪلام نہ هوندو آهي، بلڪ اُن کي انهيءَ شاعر جي زندگيءَ جو سچو- پچو آئينو سڏجي ٿو، جنهن منجهان سندس لافاني تصوير جا خط ۽ خال بلڪل چِٽا ۽ نمايان نظر اچن.

اهڙيءَ ريت، سائين حسن بخش جو ڪلام بہ انسانيت جو مجموعو، اخلاق جو گلدستو، فطرت جو ڪرشمو، عشق جو سيلاب، روحاني انقلاب جو درياءُ، حقيقت جو نقش، قدرت جو آواز، صفات ۽ ڪمالات جو مظهر، ادبيات جي جان ۽ ٻوليءَ جو سچو- پچو روح آهي. انهيءَ چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي، تہ سندن حقيقي جمال ۽ ڪمال کي بہ سندن اشعار فيض آثار جي حقيقت نما آئيني منجهان تمام چٽيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿو.

**عارف المولیٰ**

(1)

## نعت

[پيروي۔ ڪلواڙو]

مير منا سائين عربي ڄام،
تنهنجو ثاني ٻيو ڪونہ ٿي ڄاڻان.

1. "ربَ هب لِي اُمتِي" ٻُڌوسون،
شاهہ شفيع جو شوق وڌيوسون،
دِل تہ جهلي اِن دام،
لائق، تو دَر ٿي ليلايان.
2. مرسل، مُئي جي ڪج ڪا قسمت،
مِير مَڪّي جا هاشِمِي حضرت،
وَرنَهہ وِير وَريامَ
عرب اچڻ لَي والي واجهايان.
3. مُئيءَ ڪي مديني احمد آڻِي،
پاڪ حرم جو ٻَريان پاڻي،
خاص پيِن سَڀ عام،
سيّد، تو در سَگ سڏايان.
4. جاءِ اسان جي جنّت البقيا،
اُتي اسان جا تهدل تڪيا،
"حسن بخش" سيّد سام،
پارس پاند، ڳچيءَ ڳل پايان.

(2)

## نعت

[روپ ڪلياڻ- تين تال]

اسان جي شاھ جو ثاني،
نہ ڪو ڄمندو نہ ڪو ڄايو.

1. شهنشاه شاه شريعت جو توڪّل ۽ طريقت جو
هميشہ حال حقيقت جو معرفت مَرد مَرڪايو.

2. سيّد آهي سخاوت جو دولهہ درياءُ رحمت جو
قطب ڪامل آ وحدت جو سو مُرسل مير سامايو.

3. هادي مرشد هدايت جو والي، وَرنَهہ ولايت جو
اَبر باران عنايت جو سيّد اچي دين سمجهايو.

4. "حسن بخش" مرد موچارو آهي ڪُل پير پاڳارو
قادر آ قرب ڪرارو اَلف جنهن لام سان لايو.

(3)

## نعت

[ڪلياڻ – تين تال]

گنهگارن گُناهين ڪي،
اوهان جو آسرو آهي.

1. پيغمبر پير تون پارس،
آجهو آهين وَنهيون وارث،
ڏِهاڙي ڏينهن ڏاتر ڏس،
ڏٺي تو رِيءَ ٻيو ناهي!

2. مِٺا مُرسل، تون سُڻ آهون،
منجهان دل درد جون دانهون،
ٻُڌن ڏي ٻاجهه جون ٻانهون،
ٻاهر ڪيجان سگهو ساهي.

3. مرسل مير مهرباني،
ٻسان اوهان جو جسم جاني،
ٻسايو ٻاڪ پيشاني،
وَهم دل جا وجهو لاهي.

4. "حسن بخش" آهي بس بيڪس،
رسول الله رهبر، رَس،
قلب منهنجي جي لاهيو ڪَس،
چُڻائڻ تو اڳيان چاهي.

(4)

## منقبت اِمام حسن حسين
[ڪونسيو- تار ڏيڊو]

سادات سونهارا پيارا،
فرزند حيدر پير جا.

1. سي پلي ڄاوا پلارا، مولئ ٻئي مقبول ڪيا،
جنتي جايون جڙيون، جهوٽن هندورا هير جا!

2. عَرب ۾ آڳي اُپايا، آل احمد جام جا،
درد ۽ ڏک سڀ ويا، سارا سُور ويا تہ سرير جا!

3. ڪُفر ڪافر ويا سڀئي، بَرڪت سان پنجتن پاڪ جي،
دين مذهب خير ٿيا، سڀ غم ويا غمگير جا!

4. حشر ۾ منهنجي سفارش، مير مرسل ڪي ڪجو،
هَٿين "حسن بخش" کي پياريو شڪر پيالا شِير جا!

(5)

## مرثيو امام حسين

[روپ تلنگ ـ تين تال]

آئيم اکين مان، آب وي، ميان!
ڳالهه ٻُڌم، جڏهن ڪربلا واري!

1. شاهه نبيءَ کي شهيد ڪيائون،
ڪري ته ڏکين ۾ ڪتاب وي، ميان!
هُئا ته قُران جا حافظ قاري!

2. ڪلمي گو فاسق ته ڦري ويا،
ڪونه ڪيائون حجاب وي، ميان!
حُبّ هنن حَسنين جي هاري!

3. ڪربل جي ميدان ۾ آيا،
بيڏوهيا بيحساب وي، ميان!
فوج مسافر ميرن جي ماري!

4. "حسن بخش" چئي، حسن حسين جي،
سُڻي شهادت شتاب وي، ميان،
نيرُ نيڻن مان ٿيڙم جاري!

(6)

## منقبت امام مهدي

[پيروي- ڪلواڙو]

آءُ سِگهو تون سيّد امام،
روبو تولاءِ هنجون ويني هاريان!

1. وَرَ ولهيءَ کي ڪِيمَ وِسارِج،
قول ڪيل تون پنهنجا پارِج،
جيڪي ڳيئہ تہ انجام-
سيّد! توکي سدائين ٿي ساريان!

2. سيد! سڪندي سال لنگهي ويا،
درد وڇوڙي جا ورهہ ونگي ويا،
ٿيا تيرهن سن تمام-
قُربئون تولِيَ ڪانگ اُڏايان!

3. دين وڌائج، ڪُفر ڪنبائج،
مُوذي مُنڪر ماري مُنائج،
آڇن منجهہ اسلام۔
روز اوهان جي راهہ نهاريان!

4. ايندو "حسن بخش" مهدي مالڪ،
رحم ڪندو، رب راحم رازق،
سڙي ويندا خرخام۔
گوهر توليِ گهنگهر ٿي گهاريان!

(7)

مرثيو پير پاڳارو شاهہ حزب الله شاهہ

[پيروي۔ چئنچل تار]

شاهہ حزب الله جو ساري ملڪ ۾ ماتام ٿيو.

1. مَي محبّت جو پيالو ڪوثرِ پُر جام ٿيو
ساڻ پيڻ تنهن جام جي، اثبات هي الزام ٿيو.

2. سيّدِ عالي مڪان، سو شه شهيد امام ٿيو
عرش ڪُرسي زلزلو اَرض و سمان ۾ قيام ٿيو.

3. ماڻهن جِنن، حُورن پرين کي زهر تُرتئون طعام ٿيو
سيّد سندي سِڪ سوز ۾، سيني سُمهڻ حرام ٿيو.

4. "واحسرتا وا" ڪيو جيئن ڪربلا ۾ قتلام ٿيو
تيئن ڏٺ پاڳاري پير جو اڇي سوز مَن ۾ مدام ٿيو.

5. تن تي لعنت ربّ جي جن خَرن ڪان خُلامّ ٿيو
شاه شهادت کي رسي، وجي چامن سندو چام ٿيو.

6. هاڻ "حسن بخش" درد دلبر جو تہ صبح و شام ٿيو.
درجو شاهہ حسين جو اُن عاشق کي تہ انعام ٿيو.

# محبتِ مجاز

ڏِل جي درد فِراق جي، ڪِھڙي ڳالھہ ڪريون،
پُوري ٿئي نہ لِکڻ سان، قَلم ٿا بہ ڏَريون،
لِکيون لوح قلم جون، ڳالھيون سڀ پَريون،
”حسن بخش“ وَريون، قِصا ڪرين ٿو ڪھڙا.

❊❊❊

قِصا ڪرين ٿو ڪھڙا، ماٺ ڪرڻ گھرجي،
وھڻ مون ڪي وِھہ ٿيو پاس پرينءَ پُرجي،
ڪاغذ ڪميٽيءَ جو پَھتو وجي ڏُر جي،
پرين مَن پُرجھي، حال تہ ”حسن بخش“ جو.

❊❊❊

حال تہ ”حسن بخش“ جو هيٺو هاءِ ٿيو
ساري سُپرين ڪي، پَچڻ پَھہ پيو
قوڙائي فراق جي، نِھوڙي نِيو
اندر آڙھہ عشق جا، اُٿن اُڌميو
اچي هادي هٿ ڏيو هاڻ تہ ”حسن بخش“ تي.

❊❊❊

هاڻ تہ "حسن بخش" تي، ڪا ڀھڳڻ ڪريو ٻاجھہ
وڏا وڏم واجھہ، ملڻ لاءِ تو مُحب جي!

❊❊❊

ملڻ لاءِ تو مُحب جي، فالون وجھون فال،
ساريو توکي سُپرين، جَر وَهايان جال،
جُدا جانبن کان، جيئڻ آهہ جنجال،
سِر پڻ توتان صدقي، هي مَڏيون ڇا مال،
راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجي مُحب مقال،
سُڻي سائل جا سوال، تي حاميٰ "حسن بخش" سان.

❊❊❊

ڏورين ڇو تو ڏور، هو ورنَهہ اتئي ويجهڙو،
سڄڻ ساهہ پساهہ ۾، دلبر ناهي دور،
ووڙي ڏِس وجود ۾، نِرمل سندو نُور،
"حسن بخش" حضور، مري جي تہ ماڻئين.

❊❊❊

صورت سپيرين جي، جهڙو چوڏهينءَ چنڊ،
محبت سندو مَنڊ، هنيو هوت "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

هنيا هوت "حسن بخش" چئي، ڪشي ڦهري ڪان،
مليا محبوبن وٽان، سُورن جا سامان،
نيٽين نير وهائيان، ساريو سُونهن سندان،
موٽي مِلن مانَ، هَي هَي، هوت "حسن بخش" چئي!



عاشق اَجل سامهون، اچن اُداٽا،
هڪڙيون لُوڻيون لوڪ جون، پيا مُحبن جا ماٽا،
جڄها ڦَٽ فراق جا، ۽ ڳُٽيون ڳاراٽا،
وحدت جي وهنوار ۾، هو وتن وِڪاٽا،
پُورن آهن پاليا، سُورين ساماٽا،
ڪورن ڪاٽا، هَي هَي، ”حسن بخش“ چئي!

# سرسئي

اديون، مون سان ڊوھ تيو ڦُرجي آءٌ وينِياسِ،
کهنبي رَتا ڪپڙا، ڦاڙي لِيڙ ڪندياس،
هيءَ وهي سُهاڳ جي، آءٌ ڪنهن سان ماٽيندِياس،
هاڻي هيڪاندي ٿيندياسِ، هوتن سان ”حسن بخش“ چئي!

❋❋❋

جبل جهاڳي جيڏيون، وندر آءٌ وينِدِياس،
درد پنهنجي دل جا، وڃي دلبر کي چِيندياس،
نِياڻون هوت حڪم سان، ڏوھ نہ ڪنهن ڏِيندياس،
وٺي راھ رَڙيون ڪري، پيرين پُرينديِاس،
هاڻ هيڪانڍي ٿيندِياسِ، هوتن سان ”حسن بخش“ چئي.

❋❋❋

هوتن سان ”حسن بخش“ چئي، ٿيان هيڪاندي هاڻي،
ڏِسن ڪوهيارل ڪيچ ڏٺي، مُلڪ مڙيئي ماڻي،
سُک ناهي سيّد چئي، خاوند تو ڄاڻي،
هاڻي نہ ڄاڻي، ڪيئن ڏسنديس هوت ”حسن بخش“ چئي!

❋❋❋

ڪيئن ڏسنديس هوت "حسن بخش" چئي ڪامل ڪيچ ڏٺي
"و تعز من تشاءُ و تذل من تشاءُ" جيڪا واحد ڪي وٺي،
قدمن تان قربان ٿيان، آهيان پيرن جي پٺي،
جيجان جوش جتن جي، ڪيو اندر اڌ هٽي،
آهي گوليءَ ڪي گھٽي، حُب هوتن جي "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

حُب هوتن جي "حسن بخش" چئي، اٿم اُساٽ ۾ اُڃَ،
هاجو ٿيو هيٺيءَ سان، مَن ماري ڪيائون مُڃَ،
سچڻ ڏاران سيّد چئي، سيئي ياِنيان سُڃَ،
اُهي عاشقن اُهڃ، هوتن بنان "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

هوتن بنان "حسن بخش" چئي، هاڻ وڃايم حال،
ساجن ڏاران سَرتيون، مُور نہ گهرجي مال،
اٺ ئي پهر آريءَ جو اٿم، زوران زور خيال،
پُنهل ٻاجهان پريشان ٿي، ساعت پايان سال،
ٻِي نہ اُجهي ڳالهہ، هوتن ري "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

هوتن ري "حسن بخش" چئي، ٿو اندر مون آٿي،
بَندي بره بلوچ جي، قلب وڌو ڪاٿي،
آريءَ جي عشق ۾ وڌس، ورهہ وِهاٿي،
دانهون ڪيو درد سان، قِقرَ ٿو ڦاٿي،
ڏکيءَ ڪي ڏونگر ۾ وڌو اُڃ اُجاٿي،
هوءَ جا وڌي اُس اُساٿي، تنهن ڪي رسج هوت "حسن بخش" چئي

❊❊❊

تنهن کي رسج هوت "حسن بخش" چئي، جا ڪستان
ڪري ڪاهون،
هاڻي وِندر وچ ۾، ڏئي ويچاريءَ واهون،
دلبر جي درد جون، ڪنهن کي ڏيان دانهون،
اچج اورانهون، نہ تہ مران تي هوت! "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

نہ تہ مران تي هوت! "حسن بخش" چئي، پُنهون!
مُٺيءَ جا خانِ،
جانِب، تُنهنجي جدائيءَ جا، مون کي قهري ڪانَ،
زورؤن زور وني ويا، ڏيئي سُورن جا سامان،
ڪٽنديس پير پنهونءَ جو سَرتيون وِجائي شان،
وَري ملن مانَ، ساڳيا هوت "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

ساڳيا هوت "حسن بخش" چئي، جيئري شال ڏسان،
جيءُ جنين لاءِ جوڳي ٿيو، وجي پرين سي تہ پسان،
چڙيائون نِماڻي نندِ ۾، ويا مون نہ وَسان،
آيم بوءِ بهار جي، ڳؤنرن جي ڳسان،
پوءِ جانب چوندم جَسان، هَب ۾ هوت،
"حسن بخش" چئي

❊❊❊

هَب ۾ هوت ”حسن بخش“ چئي، ڏِسان شال وري،
نہ تہ عشق جي اندوهہ ۾، ويندي س ماءِ مري،
هنيون هوت هٽي ويا، تڏهن چاڪن ڪِيس چري،
سيڻن سوا سُڪ جي، ساعت ڪين سَري،
اِها اتم ڳالهہ ڳري، ٻاجهون هوت، ”حسن بخش“ چوي

***

ٻاجهون هوت ”حسن بخش“ چوي، اچي نہ آرام،
ٻانيڻ ڪي ٻروچ ري، ڪاري آهہ قيام،
وٺي وَرُ وِلايت ويا، گوَنرا پيري گام،
جيڪو سُور سڄڻ جو سو آچيان ڪٽي عام،
وارو ڪج وريام، هردم هوت ”حسن بخش“ چئي.

***

هردم ”حسن بخش“ چئي، سُپيرين ساڻ هيام،
تڏهن کِلي گهٽي خوشيءَ سان، پلنگين گِلم وڏام،
ڪيس وِڇائي چاهہ مان، سيج بند ٻڌام،
گل پڻ ڪانہ پيام، تہ ڪو نيندا هوت، ”حسن بخش“ چئي

***

نيندا هوت ”حسن بخش“ چئي، ٻاروچل ٻَڌي،
جي خبر پوي ها ڪوٽ جي، تہ ڪا اٿن من مَندي،
هوند قابو ڪرهي ڪي ڪيان، جوڙي جوپ* ٻڌي،
ڊوڙي پُوريم دَرَ ڪي، وجهي وِڪ وَڏي،
آءٌ بيشڪ بره بندي منهنجو نياڻون هوت ”حسن بخش“ چئي

* الوڏي خان وارو نسخو: جوڙي جيان ٻڌي

***

نيائون هوت "حسن بخش" چئي، چائت ڪري چوري،
گڏي ويا گوندرين، سا برهمڻ پوري،
رمي ٿي رندن♦ تي، اُها ڇپر ۾ چوري،
لڳائي لوري•، نيائون هوت "حسن بخش" چئي.

***

نيائون هوت "حسن بخش" چئي، مون کي ويا مارِي،
ڏُکي ڏير ڪري ويا، گهنگهر ٿي گهاري،
بي ننگا بلوچ ها، جي ويڙا وساري،
پينر! بره بلوچ جو، ٿو ڳاراٽو ڳاري،
اندر آڙهہ عشق جا، وڏا ٻاروچل ٻاري،
ڏاتر ڏيڪاري، مون کي ساڳيو هوت، "حسن بخش" چئي.

***

ساڳيو هوت "حسن بخش" چئي، ڏاتر! مون ڏيکار،
ڏوري جنهن ڏسڻ لاءِ، ٿي برهمڻ بيقرار،
ماري حُب هوت جي، بَرن ۾ بسيار،
پاهڻ ۾ پٿون ٿي، جَت ڏسان جيڪار،
هلي پهچ هيڪار هوتن کي "حسن بخش" چئي.

***

♦ الودي خان وارو نسخو: رمي ٿي راهن تي.

• الودي خان وارو نسخو: پنهنجي ڪري پوري.

چوان هوتن کي "حسن بخش" چئي، ساري سُڌ سچي،
سُپيرين جي سِڪ ۾، وبس پتنگ جيئن پچي،
ويا ڏير ڏکيءَ جا، ڪريو ڪيچ ڪچي،
بس رهيو ساھ بچي، هوتن لاءِ "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

هوتن لاءِ "حسن بخش" چئي، چريو چِت ٿيوم،
جاڳي جهاڳي هب ۾، وڏو وَس ڪيوم،
رائي پير رَت ڪيا، حُسن حال ويوم،
ڏوريندي ڏونگر ۾، پَرو ڪونہ پيوم،
جڏهن هٿان هوت ويوم، تڏهن هنجون هاريان
"حسن بخش" چئي.

❊❊❊

هنئين ۾ هوتن لاءِ، گوندر ڪيڙا گَس،
آٿي آگ عشق جي، ٻَڏا هُل هَنبس،
هينئڙو حال حيران ٿيو ويا سيپٽي وَس،
پُڇي ڏهاڙي ڏَس، هوتن جا، "حسن بخش" چئي.

❊❊❊

سَسُئي چڙي سُڪَ، هلي هوت پنهونءَ ڏي،
مِليا معذوريءَ کي، ڏاج، ڏونگر ۾ ڏُکَ،
پياسي پنهونءَ لاءِ، باسي هلي ٻُکَ،
نڪا سيڪاڻي سيءَ ٿي، نَڪا لڳس لُکَ،
اَياڻيءَ اَهُکَ، لِکيا لوح قلم جا.

❊❊❊

سَسُئي ڪٺي سُور، هلي هوت پُنهونءَ ڏي،
بنديائي بلوچ لَي پَٺي پَچائي پُور،
ماري محبوبن جي، مونجهاري معذور،
چاڪن ڪيڙي چُور هَي هَي! ”حسن بخش“ چئي.

❊❊❊

سَسُئي سُور ڪٺي، هلي هوت پُنهونءَ ڏي،
ڏاڍايون ڏير ڪري، ويا هوت هٽي،
ووڙبندي وٽڪار ڪي، پُرزا ٿي پَٽي،
سندي گهوٽ گهٽي، هُيس حُب ”حسن بخش“ چئي.

# سرمارئي

قسمت قيد ڪياس، نہ تہ ڪير اچي ھن ڪوٽ ۾،
لِکئي لوح قلم جي، بَندي آءٌ بنديباس،
رحم ڪندو رحمان ڏٺي، شل ڏوٿين کي ڏسندياس،
درد پنھنجي دل جا، قريبن ساڻ ڪندياس،
وجي مارن کي ملندياس، ھيڪر "حسن بخش" چئي.

❋❋❋

ھيڪر "حسن بخش" چئي، شل مارن کي مِلان،
روبو رت اکين مان، ٿي جھانگين ڪاڻ جَلان،
جيڪي سور سانگين جا، سي ڪنھن سان ڪين سلان،
وبڙھيچن ڏي وَلان، ھيڪر "حسن بخش" چئي.

❋❋❋

ھيڪر "حسن بخش" چئي، ڏوٿي شال ڏسان،
جن جي فڪر فراق ۾، ويس آءٌ وسان،
موٽي ماڙيچن سان، ھادي شال ھَسان،
سي پھنواريون پسان، ھيڪر "حسن بخش" چئي.

❋❋❋

هيڪر "حسن بخش" چئي، ڏوٿي ڏسان شال،
ماروئڙا ملير ۾، مرڪيو چارين مال،
هِنيون هِت حيران آ، جُسو منجهہ جنجال،
ساري سانگيڙن کي، هيڏا ٿيڙم حال،
جيڏيون جهانگهيئڙن لاءِ، جَر وهايم جال،
سڪندي سنگهارن لاءِ، سيّد چئي ٿيا سال،
هاٿي پلا ڪر پال، تہ ملان ماروئڙن کي.

❋❋❋

ملان ماروئڙن کي، قيد قفس ڪاٽي،
اديون! اباڻن لاءِ، اندر ٿو آٽي،
عمرَ آندي اوچتي، جهنگ منجهان جهاٽي،
جا سُور وِڏي ساٽي، سا موٽي شال ملير ڏي.

❋❋❋

موٽي شال ملير ڏي، هيءَ بندياڻي بيواهہ،
چِيڙ چوڙيلڻ سان، وجي چُوپيان منجهان چاهہ،
ٿڌي واري ٿر جي، سيباٽي کي ساهہ،
وُنا مينهن ملير تي، گسين ڦُٽا گاهہ،
عمر! لڳ الله، موٽائج ملير ڏي!

# سرڌناسري

درد هن دلگير جا، ڪر دفع دستگير!
ٻاجهه ڪر ٻانهيءَ تي، محي الدين مير!
جيلاني جهانگير! تي حامي ”حسن بخش“ سان.

***

حامي ”حسن بخش“ سان، تي جيلاني جوان!
توتي آهن توڙ کان، آڳي جا احسان،
اسان اٻوجهن جي، تو ريءَ ڪنڌي ڪان،
ميث مدايون مون سنديون، مرشد مهربان!
ڏُهرا ڍِڏئين دان، داتا دران پانهنجي.

***

داتا دران پانهنجي، ڏُهرا دان ڏيار،
ٻُرڪش تون پيار، هٿين ”حسن بخش“ کي.

***

دِليون دَستگير کي، چٽئو سوالي ڪري سڌ،
گوهر ٿيندس گڏ، هڪل ۾ ”حسن بخش“ کي.

***

ميران! مدد تيءِ، مُشڪل ۾ مُريد جي،
حال پَسي هيءُ، تي حامي "حسن بخش" سان.

❊❊❊

ميران! مدد ڪر، مُشڪل ۾ مريد جي،
عاجز آپر آهيان، آءُ نِماڻي نِڌر،
گتل گناهن ۾، ۽ ڏوهن جا ڏونگر،
تون پيارو پيغمبر جو، ۽ داور جو دلبر،
گيلاني گوهر! تي حامي "حسن بخش" سان.

سهڻي سيد سندي صورت، نوزي نور جڳ نايو

1. پياري پاڪ پرور ڪي، نبي سردار سرور ڪي،
سچي صديق اڪبر ڪي، پلي سردار آهي ڇائو.

2. عمر عادل سندو ثاني، ساڳي صورت عثماني،
علي حيدر جو جند جاني، ساٿس حسنين جو رايو.

3. آهي سرتاج سلطاني، رخشني بدخشاني،
ڪيا جند جان قرباني، تنهن جي ديدار رنگ لايو.

4. "حسن بخش" پير پيراني، وسيلو آهي ضيفاني،
ڪري مُئيءَ تي مهرباني، پلاري پاڻ پلايو.

(1)

[روپ ڪلياڻ- تين تال]

گهڙي مَنجهہ عشق جي دريا، هلڻ هُن پار مُشڪل آ.
لنگهي تنهن حد لاحد ڪان، ٿيڻ مُختار مُشڪل آ.

1. لاڳاپا لوڪ جا لاهي، ڇني سڀ يار يارانا.
نِڳئون نِڪري ٿيڻ نانگو، نِسنگ نِروار مُشڪل آ.

2. ڏِسي سي ڇوهہ ڇولين جا، پوڻ ڪاهي انهيءَ ڪُن ۾.
بحر منجهہ موج مستيءَ جي، سَنڻ سِر يار مُشڪل آ.

3. ناهي ڪو ٻانڊ، نا سيٺهہ، نڪا ڪشتي ملاحن جي.
توڪل جي ٻنان، ترهي، ترڻ سو تار مُشڪل آ.

4. "حسن بخش" هوش جون ڳالهيون، ڦِٽا ڪر ڦند فڪرن جا.
ٻِنان سَودي صفا سِر جي، ڏِسڻ ديدار مُشڪل آ.

(2)

[روپ ڪارايل- تين تال]

عِشق عُقاب، شتاب مون کي،
باز وانگي اچي جهَٽيو آ.

1. چستؤن چڙهي ويو چرغي وانگر،
چَنبو سيني ۾ سَٽيو آ.

2. لنُوهون ڏيئي لغڙن واريون،
هانءُ ڦِقڙ ڪان پَٽيو آ.

3. سِينو اُمالڪ زوران زوري،
اَندر اسان جو ڦَٽيو آ.

4. بيشڪ ڏِسي اِهي باشا بحري،
ڪِين "حسن بخش" هَٽيو آ.

(3)

[روپ ڪلياڻ- تين تال]

اهڙا اِنصاف عاشقن جا،
سَهن سر سوز صُوفِيَڙا!

1. نہ ڪيائون ناز نصرت جو نہ دُنيا دور ڪثرت جو
حُزن تن روز حسرت جو، لاهوتيَ لال لُوفِيَڙا.

2. جگر جن جوش جَلايا، هَمَہ دَم غم سان مِلايا،
زهر پُرجام پِلايا، ناهن سي جُوان جُوفِيَڙا.

3. سامِين ناسُور سَلايا، نيزن تي سِر هلايا،
مانجهين ميدان مَلهايا، سُڄاڻن راز رُوفِيَڙا.

4. "حسن بخش!" عشق ساڙايا، گهاٽي منجه گهوٽ پيڙايا،
سُوليءَ سردار چاڙهيا، خَيالُ الخاص خُوفِيَڙا.

(4)

[روپ سهڻي۔ دادرا]

عشق کي اُستاد وٺ، ڏي جان کي جفا،
تہ حاصل تو حضور ٿِئي، لَهِين نُور جا نفعا.

1. شِمر تنهن شيطان کي، هَڻ ذِيل ۾ ڏڦا،
ماري نفس نادان کي، ڪر سِينو پنهنجو صفا.

2. اَنجام جو اَلَست جو، ڪر هِت نہ بيوفا،
پَڙهہ تسبيح تَحلِيلَ جي تہ، ٿئي وعدو وفا.

3. ذڪر ذاتي ۽ صفاتي ڪر دَم ۾ ڪَئِين دفعا،
ڇَڏ مڪر جا مارڪا، ڪوڙا خيال بيا خَفا.

4. حامي "حسن بخش" سان ٿيندو ماڙ مصطفيٰ،
هلِي حَشر هُلَ ۾ ڪندو، شافع پاڻ شفا.

(5)

[روپ سهڻي ۽ پيروي- دادرا]

هِن عشق جي آڙاهہ، ڪَئِين هزار ٻهڳُڻ ٻارِيا،
هر دو جَهان، نِينهن جي نشي، جوڳي جُنگَ جِيارِيا.

1. ٻِره باب جي عتاب، ٻيا ڪتاب ڪُل وِساريا،
ڪَئِين جوان منجهہ طوفان، ڪن جا ڏيل ڪرڙ ڏاريا.

2. ڪربلا قرب ڪبريا، قهري قتل ڪارِيا،
اُهي مير مُڙيا ڪينڪي، جن جي موڙ سَر ملهاريا.

3. مَجني مِير امير تي، ٻَر ۾ گُل ٻهارِيا،
جنهن کي ليليٰ هڪڙي لاڏ سان، سَوَ سَبَق سُور سيکارِيا.

4. مَج عشق جي محال "اناالحق" اُجارِيا،
مَنصور جهڙا مُنصف، تن سُوريءَ سِر سِينگارِيا.

5. چاڪ، صاحب تخت جي اسباب ڪُل اُڏارِيا،
جهنگ سيال جي خيال، رانجهن ڀاڻ ٻُهارِيا.

6. "حسن بخش" عاشقن لئي، هَي هَي لُڙڪَ هارِيا،
قربان تن جي نام تان، جن قَولَ قالُوا جا پارِيا.

[6]

[روپ پيروي- تين تال]

ٻُڌي ونَحن اقربَ جا نيشان،
آديسِيَن آرامَ ڦِٽايا.

1. حَق سُڃاڻي، حَق ڏي هليا،
دَورَ دُنيا جي ڳهين نہ جهَليا،
جيئن فرمايو فرقان، سامِين ڳيڙا ڀَنڊَ سَجايا.

2. صفاتي منجهان ذاتي ڦِيڙا،
نفي، سِري، اثباتي ڪيڙا،
لاهوتي لامڪان، ويراڳِين وجود وڃايا.

3. ”مُوتُوا قَبلَ اَل“ مَري ويا سي،
”اَن تَمُوتوا“ جيئرا ٿِيا سي،
هردو منجهہ جهان، پيچ پرين سان تن ڪي پايا.

4. ”حَسن بخش“ رک تون ڌيان اندر ۾،
سوجهي لَهہ تُون نور نظر ۾،
نہ ٿي رُڳو نادان، سڀ وڃن ٿا پَساهہ اجايا.

[7]

[روپ ڪلياڻ- تين تال]

جُودَئُون جهاتي جَنين پاتي،
ويراڳي واٽ نا ورندا.

1. سامِين ڪي سور ساميا، ڳُڙِءَ جي گهور هِڪ گهايا،
رانول جي رمز ريجهايا، ڪوري ۾ خان سي ٻرندا.

2. چڙهيا سِر نينهن نظاري، سِسِيُون سردار سينگاري،
پُوري ڪيئُون پرت سا پاري، تَنهِين جا قولَ سي پَرندا.

3. آديسي عشق آڌوتي، لنگوٽيا لال لاهوتي،
جفا ڪيئون ڄان جبروتي، سامِين جا ڪاج سي سرندا.

4. "حسن بخش" عشق ۾ اَٽِن، قُقُنَ جيرا اُنَهن قاٽِن،
ڪُلهن ڪان ڪنڌ تا ڪاٽِن، سوليءَ منصور ناٽرندا.

[8]

[ڪلياڻ- تين تال]

وني ويا واٽ وحدت جي،
جَلالي جُنگ جوڳِيڙا.

1. ڪاهي آيا مٿي ڪثرت،
وني وادي سندي وحدت،
ڏِٺائون حق جي قدرت،
ڇڏي تيا ناھ نوڳِيڙا.

2. نَچايا نينهن ناسُوتي،
ڪيائون سَير مَلڪُوتي.
ڏِٺائون ڏيھ جَبرُوتي،
رَڱيا رَس رَنگ روڳِيڙا.

3. هُئا جي صاحبِ عظمت،
هلايا حڪم با حشمت،
هَلي تن جي، نہ اُت حُجّت،
ڪيا ڪئين عشق اوڳِيڙا.

4. "حسن بخش" حال سي جاڻن،
"مُوتُوا قَبلَ اَل" مَري ماڻن.
اَلستِي واري اُهڃاڻن،
ڀَڃن ڀَوَ ڀول ڀوڳِيڙا.

[9]

[ڪنڏارا- تين تال]

جن کي لڳو آھي، خَبر اُنهن کي،
اھڙو نيڻن جو ناتو آ.

1. "فَاذ ڪُروني آذ ڪُر ڪُم" تي،
سڄڻ پاڻ سُجاتو آ.

2. غيبئون غيب غيوب ۾ ويڙا،
جاڻ اُنهن سڀ جاتو آ.

3. "صُم بُڪم عُمي" تيڙا،
بِرھ ٻوڙو عشق پاتو آ.

4. هوش "حسن بخش" تن جو ويڙو
جن پيچ پِرين سان پاتو آ.

## [10]

## [ججونتي۔ تين تال]

سِڱندي سَڙيءَ ڪي سال لنگهي ويا،
جوڳي زوراور ذات۔ آلا.

1. ڏينهن سَجو مون ڏُک ۾ گهاريو،
روئان اُٿيو اڌ رات۔ الا!
2. روئندي روئندي رَين وِهاڻِي،
پوءِ پرهہ ڦُٽي پِرڀات۔ الا!
3. ويا سنياسِي ماري مُئيءَ کي،
بِره وَسائي برسات۔ الا!
4. ماري مُون معذور کي،
مُحبن ڪيڙو مات۔ الا!
5. شاهہ گداگر گولا سُونهن،
بِره، سُٽائِي بات الا!
6. تَرک ڪرائي توشا تَڪيا،
طلب ڪرائي تات۔ الا!
7. درد منجهاران دانهُون ڪريان،
هَي هَي ڪيو هَيهات۔ الا!
8. هردم "حسن بخش" هوت پُنهل رِي•،
ٻِي وائي ناهي وات۔ الا!

---

• آلودي خان شيراڻي واري نسخي ۾: "حسن بخش" هردم آهي هيئين ۾، وائي ويراڳين وات۔ الا.

(11)

[لوڙائو- تار دادرا]

عُمر! ياد آهِين، مون کي اباڻا،
وِساريان نہ وِسرن، ڏوٿي ڏاڏاڻا.

1. وٽن ڪِين ماڙيُون، هَنڌ ڳُولَ وِهاڻا،
اَصلئُون اسان جا، واريءَ تي وِڇاڻا.

2. پَڪا ڪِرڙ پٽَن تي، سَگرَ، ڪرنگهہ، لاڻا،
ڪائِن ڪاچ ڪُنيِيون، مکٽيون مانڌاڻا.

3. ماڙيچا تہ مُئيءَ لاءِ، وتن ويڳاڻا،
سَدا مارُو ساريان ٿِي، سانگي سياڻا.

4. "حسن بخش" مارُن جا سَوبن سُور ساماڻا،
جيئري جيڏين سان هِيءَ گڏبي نہ چاڻا.

(12)

[ڪوهياري- ڏيڍو تار]

مُنهنجا اوٺيڙا آڏ راتِ يار،
ماري ويا مِسڪين کي.

1. پُنهل وَٺي وِيا پاڻ سان،
جَت زوراور ذات.

2. ويا ڇُلائي ڇپرِين،
ڪُهي وِيڙَم ڪات.

3. جان جاڳايان تان جانب ناهي،
پِرهہ ڦُٽِي پريات.

4. هردم "حسن بخش" ٿو ڪري،
هاءِ هاءِ هَيهات.

(13)

[تلنگ تين تال]

ٺهنجا مُحب ملا منٺار يارا
آءُ اسان وٽ دوست، دلبرا!

1. مُحب ماٺا ڇو ڪرين ٿو؟ دل ڏٺاري نٿي ڏرين ٿو
آءُ اڱڻ هڪ وار يار، ٿين گوندر سڀ گُذر.

2. ياهہ پرہ جي آتش لائي، جيءُ جگر، جند جان جلائي،
ٺهنجي موهيا حسن هزار يارا داتهہ دِلبر ڏيانءُ ڏر.

3. نين شڪيلا جڏهن ڏيکاريئي، راهہ مسافر يار ماريئي،
ڏي دلاسو دلدار يارا هميشہ آهيون منجهہ حشر.

4. سيّد توکي سڏائين ساري، درد غم ۾ ٿو گذاري،
"حسن بخش" هروار يارا صاف صورت سربسر.

(14)

[روپ ججهونتي- تين تال]

ڪو نہ اِهڙو ٻيو ڏِٺم،
جهڙو عشق جو آزار يار.

1. نا طَبِيبن ڪو ڇڏايو بِره جو بيمار يار.

2. شاهه گداگر تو ڪري، گولا گنهگار يار.

3. شاهه سيد راؤ راجا، سَڀ بِره جا بردار يار.

4. هردم ”حسن بخش“ عشق جو آهي ڀانهو ٻهاريدار يار.
ڪو نہ اِهڙو ٻيو ڏِٺم...

(15)

[روپ ياڳ - تين تال]

عشق جي چاڙهي چڙهي،
جُنگ جوڳي ويا جَبرُوت ۾.

1. نِينهن جي نيزي نظاري، نانگا نيا ناسوت ۾،
بَيتُ الاَقصيٰ جا، اُنهن جي فَوق فِي فلڪوت ۾.

2. مَعمُور مان مَخمُور ٿيا، مَذڪُور تن ملڪوت ۾،
مَنصُور سي مَغفُور مالڪ، لامڪان لاهوت ۾.

3. رکي حب "حسن بخش" حيدري، هو ويا هاهُوت ۾،
ڪري بيڪ رنگي پُوربي، خائِف ٿِيا خَلقُوت ۾.

(16)

[پيروي- تين تال]

جڏهن عين عجب تو چائِين، لاڏ ڪيوني مواريان-
هڪ لاڏ ڪيو لک ڏاهِين.

1. ڳئين مَنصُور چَڙهايو سُولِي،
ڳئين تو ڳرتَ چيرائِين،
"وَنَحنُ اَقرَب" يار اصل کان،
ساراهِيو تو سُٽائِين.

2. کول نقابا، مُنهن اکيون ني،
گهونگهٽ گهنڊ تو پائِين،
ڪيئن تہ گهوٽ گهايو ڪامل،
قابل سَپ تو ڪنبائين.

3. "اَلانِسان سِري وَ اَنَا سِره"،
ڳُجهہ اندر تو ڳالهائِين،
مُنصف تي ميدان محبت،
ڪريل قتل ڪرائِين.

4. "اَلعِشقُ نَارُ الله" اندر تي،
آڙهہ مَنَ مَچائِين،
"فَاذڪُرُوني اَذ ڪُرڪُم"،
"حسن بخش!" فائِق ايئن فرمائِين.

(17)

[روپ ڪارايل- تين تال]

عشق اچڻ سان هَنيو ڪٽي نعرو
باھ ٻِره جو وڄي ويو نقارو-
ٻڏي حرص ٿيو حيران.

1. عشق اچڻ سان ڪيا اوتارا،
خيال خوشيون سڀ ويا ويچارا-
ٿيو سُورن جو سامان.

2. عشق اصل کان اهڙو آهي،
علم و عقل جي حاجت ناهي-
مُنجهي ويو مَروان.

3. حضرت عشق جڏهن جِت آيو
شُوم شيطان تڏهن سِڌايو-
نفس ٿيو نادان.

4. "حسن بخش" جن کي عشق اِلاهي،
وِسري تِن کان ٻي سڀ وائي-
تن ڌُهرو ملندو دان.•

---

• اڳيان

## (18)

### [ڪوهياري- ڪلواڙو]

وري شال اَچن الا،
ٻاروچل پنهور ٻ،

1. آيل! آڙھ عشق جا، هِينئڙي مَچ مَچن.

2. جيرا، ڦڦڙ، ٻُڪيون، پُنَهل لاءِ پَچَن.

3. هاڙهي جن جو هوت ويو سي وَرَ رَي ڪِيئن وِهن.

4. عاشق انهيءَ آگ تي، ٿا پتنگ جيئن پَچَن.

5. جن کي مرض مجاز جو سي بنھ ڪِين بَچن.

6. مُلندو هوت "حسن بخش" چئي، سبب ساڻ سَچن.

(19)

[ڪوهياري- ڪلواڙو]

ڏَمِ ڏَمِ درد وارن ڪي،
دِلداريون تہ ڏجن.

1. عشق آ جن جي اَندر ۾، سي آڙاهہ منجهہ آتن.

2. فِراق جن کي فنا ڪيو، سي بيو ڪِين ٻُجهن.

3. بِره جيڪي بيمار ڪيا، سي پير پري پُڇجن.

4. سُڌ تنين کي سُورَ جي، جن جا هَي هَي هوت وڃن.

5. "حسن بخش" هوتن جا، ٿا پلپل پُور پون.

(20)

[ڪلياڻ- تين تال]

جوين جنسار جانب جو
ٹُفنگ تلوار، ڦَهہ ڦَهہ ڦَهہ!

1. ڪُنڍيا ڪاڪُل، ڦُفس ڦَهِرِي، خمر و خمدار صف سحري،
زوراور زُلف زور زهري، حُسن هُبڪار، ٻَهہ ٻَهہ ٻَهہ!

2. منوّر پاڪ پيشاني، ۽ اَبرُو قوس ڪرماني،
بہ ترڪش تير مژگاني، چِشم چَمڪار، چَهہ چَهہ چَهہ!

3. مُنهن مَهتاب مَهنداري، عَجب آ انف اسراري،
دندان لب لعل مر واري، گوهَر گُفتار، ٺَهہ ٺَهہ ٺَهہ!

4. ”حسن بخش“ هوت ڪي هيڪر، ڏِسي جيڪو جلي جيڪر،
شاهي شرطا، نذر، ڏيڪر، ٻون پاسار، پَهہ پَهہ پَهہ!

(21)

[پيروي- ڏيڍو تار]

قاصدا! نامِ خُدا، چَئو يار بيپرواھ کي،
ھيءَ سِڪايل ٿِي سِڪي جنھن جي سوگھو ڪيئي ساھ کي.

1. رات ڏِينھن آرام ناھي، اُڪنڊ آ ارواح کي،
نالہ، فرياد و فغان، منھنجي آھ بالا آه کي.

2. ياد ڪيو يوم الوصال، روبرو ڏِسان تنھن راھ کي،
معاف ڪر منھنجا مٺا، ھن گوليءَ جي تہ گناھ کي.

3. ڪيئن ڪيان، ڪاڏي وڃان؟ ھن عشق جي آڙاھ کي،
بَحر قُلزم نا وسائي، بِره جي ھن باھ کي.

4. ھئي ”حسن بخش“ نا وساري، دلبرِ دلخواه کي،
اَڄ اَگُڙ مُنھنجي مٺا، اَچي واه ٿِي بيواه کي.

(22)

[روپ جوڳ ـ چنچل تار]

وِڇوڙي جا ڏينهن شل وِيڙا،
هُجان هوتن سان هيڪاندي!

1. خُدا منهنجو يار آڻيندو،
مزا هِيءُ مَنّ ماڻيندو،
اَچي دُشمنَ ساڙِيندو،
ڏني مُون ڏينهن جي ٽيڙا ـ
ناهيان پل وِره ڪان واندي!

2. جدائي جن سندي ماري،
ڏاتر سي شال ڏيکاري،
ڪُنل دل روز ڪُوڪاري،
نهوڙي نينهن جي نيڙا ـ
آهن سي بره جا باندي!

3. ويندِيس مان ڪيچ ڏي ڪاهي،
لاڳاپا لوڪَ جا لاهي،
پوري دَر گهَر سيئي ڍاهي،
جنين مُون سان قَولَ ها ڪِيڙا ـ
پُڇايان تن سندا پانڌي!

4. قبر منهنجي ڪيچ ۾ ٿيندي،
اَدِيُون آءٌ اوڏهِين ويندي،
مِٽي تَن مُور نا ڪيندي،
"حسن بخش" سامَ جي پِيڙا ـ
ٿئي نصيب پيراندي!

(23)

[ڪوهياري- ڪلواڙو]

پنهنجي خان پُنهل لاءِ،
آهيان ڪُورن مَنجهہ ڪاٽي!

1. بره بندي تہ بلوچ جي، ڳيَس بيحد بندياٽي.

2. لڳم آڙهہ عشق جو هيءَ آگ نہ اُجهاٽي.

3. خبر نہ پيَم خريب جي، آءٌ آهيان اَٽجاٽي.

4. رَسِج مُئيءَ کي رُجَ ۾، پُنهون پاڻ سُجاٽي.

5. پُنهل ڏسجان پاڻ ڏي، آءٌ آهيان عيبن هاٽي.

6. چڏِج ڪِيمَ چِپَر ۾، آءٌ ڪريان ڪيئن هاڻِي؟

7. هيڪلڙيءَ کي هَبَ ۾، اچي سيّد، تِج ساٽي!

8. ايندو هوت "حسن بخش" چئي، مُنهنجو آديون آرياٽي.

(24)

[آسا۔ تين تال]

مُنهنجا ڪيچي وِڃڙا ڪيچ ڏي،
هِتان لنگهيا ڪي ڪالهہ ڙي؟

1. سُتي سارَ نہ مُئيءَ ڪي ٿِيڙي،
ڳلَ ڪيچين جي ڪانہ ڪا پيڙي
ڳالهہ سُورَنِ جي ڳِريان کِهڙي،
وَرُ وتي وِيا وڃلَ وڏي۔
جَرُ وَهايمَ جالَ ڙي!

2. پيئي، باهہ پنيور کي لايان،
ڪيچ ڪشالا بهتر پانيان،
واٽ وندر جي واري وسايان،
ڏَس ڏيرن جو ڪا مُون ڏي۔
ڪري پلايون پالَ ڙي!

3. هَرهَر هوتن لءِ حيراني،
هِت پانيان تي سَڀ ويراني،
دوست مٿاهون دل قرباني،
ڇوري وِڃڙا ڇپَر ڇڏي۔
تَن لءِ ٿيس بيحال ڙي!

4. بيهوش پليد کي پَرور پَليو
وَرُ وِلهيءَ کي واٽَ تي مِليو،
ڪارئُون، ڪِير ڪنڌ تي ڪِليو
ڏنا "حسن بخش" سيّد سڏي۔
دين ايمان جا مالَ ڙي!

(25)

[سُر آسا ۽ مانجهہ_ تين تال]

ڪاپڙي ويئڙا ڪانَ هٽي،
چوري هينئڙي چاڪ ڙي،
ويا غمُ ڏئي غمناڪ ڙي!

1. ڏُونهان درد جا روز ڏُکائن،
زَهر پيالا پَلتيو پائن،
نانگا نشي مخمور ڪياهن،
آنگ پَيُوتي بيک بٽي،
ڦَتيا ڦَٽ فِراقَ ڙي!

2. ڳنتا، ڳُولابا، ڳمريون پڏائون،
ڇُوتا چاڙهي ڪِستيون ڪنيائون،
ٻڇيون، بيراڳيون هَٿ ۾ ڪيائون،
رَکيئون رُوح ۾ ڏُرِ ڏَٽي،
پُورب پيڙَن هاڪَ ڙي!

3. لال لنگوٽيا لُنگ ڪين تا،
جوڳي، جَبَروتي پَنڌُ پُڇن تا،
جيرا تن جا جوش جلن تا،
گُرُ ڏِنيَن ڪا گهُور گهٽي،
ڪامِي ٽِيَڙا خاڪُ ٿي!

4. هَليا هيرا ڪئين سامي ساڙي،
شاھ سيّد چئي، سُوليءَ چاڙهي،
تن لئي "حسن بخش" ڳوڙها ڳاڙي،
ڙيا وبچاريءَ ونگَ وَٽي،
جاٽي هڪ رَب پاڪ ٿي!

(26)

[سُر آسا ۾ مانجھ- تين تال]

لاھوتي ويا دلڙي لُٽي،
ڪنھن کي سُٽايان حال ڙي؟

1. ڳانا ڳچيءَ ۾ ڪٽنا پائن،
نانگا نفليون وڄنا وڄائن،
ڪاٺيو پنھنجا ڪنڌ ڪپائن،
گھاوَن وِڌا گھوٽ گھُٽي-
ڏاڍي خُوب خيال ڙي!

2. بابو ھليا، بَر چتائي،
رام پنھنجي سان رمز رلائي،
تاج توڪلّ جو سِر پائي،
وِڌا سناسي سُور سَٽي!
مُور نہ موھِيا مال ڙي!

3. ڪَل ڪَلائي، ويا ڪنهن ولايت،
حاصل ٿِيَڙن حق هدايت،
ڪري مُون سان عين عنايت،
ڪاپڙي دل جا درد ڳڻي-
ڪندا بيراڳي ڀال ڙي!

4. شامل شريعت شير شڪر ۾،
طالب طريقت، فهم فڪر ۾،
حال حقيقت ذوق ذڪر ۾،
لاڳاپا سڀ لوڪ لَٽي-
سِڪان "حسن بخش" سال ڙي!

(27)

[آسا۔ تين تال]

سامين ري منهنجي ڪين سَري،
ويهي وهايم رات ڙي!
آتم طلب اُنهن جي تات ڙي!

1. جُوءِ ڇڏي ويا جوڳي جيئي،
الله آڻيندو ساڳيا سَيئي،
حال ڪنديس آءٌ تن سان ويهي،
ماري ويڙم مات ڪري،
بره وَسائي برسات ڙي!

2. ڪابل ڏي ويا ڪاپڙي ڪاهي،
اُج اندر ۾ تن کي آهي،
لوڪ لباس اُنهن جو ڇاهي،
مُنهن مُونن تي وِهَن ڌري،
ذاتي لَذائون ذات ڙي!

3. ڏوجهيءَ سان جاڳهن ڏوح ڏتائون،
خوب خفيءَ سان خيال ڳڻتائون،
سِريءَ ۾ سر صحيح سڃاتائون،
دوزخ تن کان ڏور ڏري،
ڏاتر ڏنين ڏات ڏري!

4. هاڻ "حسن بخش" اِيندم اوراهان،
ٻورب ويڙم جي تہ پراهان،
ڪاڻ انهن جي ڪنديس ڪاهان،
ماندي هيءَ جن لاءِ مري،
شڻان سنڌين شل لات ڏري!

(28)

[آسا- تين تال]

لڌ سنياسين ساھ سڙيو ٿيم اندر ۾ ارمان ڙي-
ڏسي سامِين جا سامان ڙي!

1. ڳالھ نہ چون حال جي،
پنھنجي خوفَ خيال جي،
مُور نہ تن کي مال جي،
ڪفر ڪيٖن ٿا ترت تڙيو-
مجي فائق جا فرمان ڙي!

2. ڪاھي آيا منجھ ڪثرت،
وٺي وادي سندي وحدت،
ڏِنئون قادر سندي قدرت،
اندر آديسين اَلفِ اَڙيو-
ڪُسِي ٿيا قربان ڙي!

3. اَلف اَحمد جو لاٿئون اولو،
رُوح پنهنجي مار ڪڍيئون رولو،
پڳو آديسين مير جو پولو،
پوَن شيطان سان لال لَڙبو-
ماريو من مروان ڙي!

4. طلب، توڪّل، تن جو توشو،
"حسن بخش" مايا کان ڪن موشو،
گِلا غيبت کان ڪن ٿا گوشو،
پنو صبر جو تنين پڙهيو-
ٿِيا حيرت ۾ حيران ڙي!

(29)

[روپ ڪلياڻ- تين تال]

جنين جي جان ۾ آيو
آ حضرت عشق اِثباتِي.

1. ڇڏيائون نفس کي نائي،
ڪاتي سا "لا" سندي لائي،
خفيءَ سان خيال نِي پائي،
آتن رُوحي سَندو رايو
وجي ٿيا ذات ۾ ذاتِي.

2. آڏوتي آلک سان اورن،
ڪُلهن ڪان ڪنڌ تا ڪورن،
وينا پنهنجي ڏيل ۾ ڏورن،
مٿو مُونن متي پايو
رکن رند رمز ڏيهان راتِي.

3. نَفِي ثابت آ جن ڪيڙو،
صُغريٰ سير تن ٽيڙو،
پَرو ڪُبريٰ اُنهن پيڙو،
"مُوتُوا قَبلَ الَ" جي چايو،
نہ ٿيا سي مرد مماتِي.

4. جڏهن هي ڄاڻ ڄاتائون،
پَلو سَپ بِره پاتائون،
اَلک سان پيچ پاتائون،
تنين کي گهور هڪ گهايو،
چِٽني ٿو ڇوهہ مان ڇاتِي.

5. "سِريءَ" ۾ سُڄاتائون،
"حسن بخش" ڄاڻ ڄاتائون،
اُتي وڃي نينهن لاتائون،
جِتان وريٰ ڪونہ ڪو آيو،
وِڃُئون "وجہ حق" ۾ جهاتِي.

(30)

[روپ پيروي- تين تال]

هِن مُحبت جي مَذڪُورن جي،
ڪهڙي ڪريان ڳالهہ سُورن جي!

1. بِرهہ ٻَندي مون کي ڪيو آ بيراني،
دِلڙِي کسي ويو دلبر جاني،
پَهہ تہ پِرين جي پُورن جي!

2. درد منجهاران ڪريان دانهون،
آچن آندر مان عشق جون آهُون،
گهاءَ چشم جي گهورن جي!

3. عشق آندر ۾ آگ مچائي،
جوت جانِب جي جانَ جَلائي،
ڪاٽل آهِيان ڪوُرن جي!

4. هوت "حسن بخش" نُور نوراني،
آهي پرين جي پاڪ پيشاني،
ڏِسي سُرت وئي سَڀ حُورن جي!

(31)

[ڪلياڻ - تين تال]

منھنجو مِنٺار ڏسي سردار،
سڪنھن چيو تہ ھَي، ھَي، ھَي!

1. قمر ۽ شمس شرمانا،
ملائڪ، جِن اِنسانا،
حُورون ۽ پريون حيرانا،
سِڪن سهڻي يار لَي، لَي، لَي!

2. شفيع تون شاھہ شاھاني،
پيا سڀ شاھہ قرباني،
ساري هِند سِنڌ درباني،
چيو راوَن تہ رَئي، رَئي، رَئي!

3. جيڪي ڪافر مدعي منڪر،
گِرا، گبر، خچر، خنزَر،
ڏِسي ڏورئون پيو تن ڏر،
ڀڳا بي ايمان ڀَي، ڀَي، ڀَي!

4. "حسن بخش" يا حبيب الله،
هيڻن حامي رسول الله،
پڙهن ڪلمون جي "الاالله"،
ڪندو تن شاھہ شَي، شَي، شَي!

(1)

[سر سهڻي- تين تال]

اگڙ اساڏي، آ منا دلبر،
مَين جا تيڏي گولڙيان!

1. اگڙ تون آوين ڦيرا پاوين،
جند جان ساري مين گهولڙيان،
شمس قمر وَت هيرا جواهر،
پَر پَر گهولان جهولڙيان!

2. نِسدنِ سِڪدي ڪِڙي پُڪاران،
شب روز تيڏي مين ٻولڙيان،
هردم هر هر هِن اندر وچ،
هَي هَي، تيڏيان هولڙيان!

3. نال نماڻي مُرڪ اَلاوين،
ٻاجهہ وچون لب چولڙيان،
هڪ هڪ سخن هي لعل بدخشان،
ڀهڳڻ ٻولين ٻولڙيان!

4. بات زباني سيڪا آکي،
عشق واليان کي ٽولڙيان،
"حسن بخش" هردم موج بحر ديان،
ڇُوهيان آون، ڇولڙيان!

(2)

[پيروي – تين تال]

مار جادوگر جادو ڪيتوئي،
دلڙي ٿئي ديواني!

1. مُندڙا پڙهہ ڪر ماريئي ڦيٽا،
درد ڏتوئي دلبر ٻيٽا،
هردم حال ٿياهِم هيٽا،
مين جا ٿئي مستاني!

2. نال ڪامڻ دل قيد ڪيتوئي،
منتر مار ڪي، مار نيتوئي،
تن وچ طلسم سهج سيتوئي،
يار اهين يُوناني!

3. صاف سڄڻ! ڪنهن سحر سکايئي،
دلبر دل تي دود دُکايئي،
سارا ڏيل ڏکي دا ڏکايئي،
دل داغ ڏتئي دل جاني!

4. صاف سڄڻ! تيڏي سهڻي صورت،
هي ”حسن بخش“ مُهڻي مورت،
”ڪاوڙ تيڏي کهڻي ڪدورت“•،
جند جان ڪران قرباني!

• ”ناز غماز دي کهڙي قدرت“.

(3)

[روپ ڪونسيوءِ آسا ـ ڪلواڙو]

بات بِرهہ دي سمجهڻ مُشڪل،
بات بِرهہ دي، باري وي.

1. شرع شريعت حڪم حديثان،
وعظ ڪتابان ڪم خبيثان،
مين مُليان دي مول نہ ٺيسان،
توڪّل ڪمر ڪناري وي.

2. داخل مسجد مُول نہ ٿِيوَن،
وِچ ميخاني مِل مَد پيوَن،
هر دوجهان سي جوڳي جيوَن،
”مُوتوا قَبلَ ال“ قول قراري وي.

3. قبلا، تيرٿ، ڪعبہ، ڪاسِي،
مَڪّي وڃڻ ڪنون ڪاوَن ڦاسِي،
ڪانٿر ڳُوڙا ڪردا جاسي،
عشق ٻوليا اِظهاري وي.

4. جوڙ ڄٽيان ڄنگ جوڳي پاوَن،
"اَنا الحَق" اظهار آلاوَن،
وچ اَحد صَمد ملڪوت دي جاوَن،
لُڪ لاهَن مرد مياري وي،

5. نيڙي ناٽ دي، جو ڄُل آوي،
خيال خوري دي ازخود خاوي،
"حسن بخش" هر جا حڪم هلاوي،
ايسا گُر گرناري وي

# سرائڪي ڏوهيڙو

محبوب منا، منٺار ميڏا! مين روز ويکان تيڏيان راهين۔
آءِ ڪڏاهين!
سوز فراق دي سُور سٹاوئين، دل اندر ديان دانهين۔
آءِ ڪڏاهين!
دل جوش تيڏي بيهوش ڪيتي، چوڏار بره ديان باهين۔
آءِ ڪڏاهين!
آ، هَمر حال ٿيوين هُڻ نال، "حسن بخش" ڀهگڑ ٻاجهہ نہ لاهين۔
آءِ ڪڏاهين!

# یا رسول اللہ!

## [کلیان۔ تین تال]

محبت جام پُر مجھ کو پلادے، یا رسول اللہ!
شراب مست مدہوشی مِلادے، یا رسول اللہ!

۱۔ شاہ علی المرتضیٰ، ہادی حَسنین ہر دوسرا،
گلِ گلزار نبوی کا رَلادے، یا رسول اللہ!

۲۔ پِیوں سے شوق نِت شافی! تھیوَن ہر روز ہر شب کو،
نبی ہے نُور تجھ نیارا، دِلادے! یا رسول اللہ!

۳۔ طمع دنیا ترک کر کے، چھڑادے شرک شیطانی،
نِدورے نفس کا رایا جَلادے، یا رسول اللہ!

۴۔ سید صفتی، صفاتی، ذاتی ہے ذکر خدا،
"حسن بخش" کو ہر دم تُو ہَلادے، یا رسول اللہ!

# ذوق ذاتی

ذاکرا! پُر جام زم زم، ذوقِ ذاتی کوثری،
پُر پیوں سے آبِ احمر، ہے حیاتی ہمسری۔

۱۔ صوفی صورت صاف کردے، یہ صفاتی عنصری،
ہفت اقلیمی میرا ہے، بھید راہ رہبری۔

۲۔ رُوحی، خفی، ذاتی، سری، نفی، اِثباتی پروری،
لامکان لولاک وچ ہے، اعظم جھاتی اکبری۔

۳۔ آخر "فنا فی الشیخ" سے لاکے کاتی اظھری،
"مُوتُواقَبلَ ال اَن تمُوتُوا" ہے مماتی سروری۔

۴۔ ہے "حسن بخش" نیھُ نظارا، بات باتی حیدری،
وجھ تافت دو جھان، مار آنی انوری۔

# اناالحق الاوینگا۔۔۔

عشق جڈاں سر آیا ہے، تڈاں عاشق نام سڈاوینگا،
عاشق نام سڈاوینگا، جیتے جی مر جاوینگا!

۱۔ گنگا تیرتھ تیرے تن وچ، جمنا کیوں جاوینگا!
ناتھ گرو ہرنام بلا کے، ایویں رام ریجھاوینگا!

۲۔ نارالعشق دی آتش لا کے، جان جگر کو جلاوینگا،
انگ ادھوتی، رنگ بھبھوتی، خیال خودی وچ کھاوینگا۔

۳۔ کن کنڈھل دے، گل وچ جنیاں، رنگ رموز رماوینگا،
ناد بجاون، لنگ چڑھاون، باب برہ کو بلاوینگا۔

۴۔ موج بحر کا مذمت والا، پیالا پُر پلاوینگا،
نال اسم دے جسم فنا کر، ذاتی ذکر ہلاوینگا۔

۵۔ "حسن بخش" ہادی ہردے اندر، ھُو ھُو حق ہماوینگا،
ہندو مومن ہیکے کیا رل، 'اناالحق' الاوینگا!

# کھانا اپنا کھاتی ہوں

سجن کے پاس ہم رہتے ہوں، کھانا اپنا مواریان۔
کھانا اپنا کھاتے ہوں۔۔۔

۱۔ سورٹھ، جوگ، پہاڑی، ضلع،
کسوری، کانہڑا، کلیان بلا،
بھرم بھاگ مواریان۔
بھرم بھاگ سبھ گاتے ہوں۔

۲۔ سجن ہمارا موتی گل پوتا،
مٹھڑی لات لوے جوں طوطا،
تار پکڑے مواریاں۔
تار پکڑ کے کہتے ہوں۔

۳۔ بگل، بنسی، چنگ، بین باجے،
ہتھ کھڑتالیں، کنجری، کماچی،
طبل تنبور مواریاں۔
طبل تنبور بجاتے ہوں۔

۴۔ ہے "حسن بخش" من مستانی،
دلبر باجھوں دل دیوانی،
غم فکر نی مواریان۔
غم فکر دکھ پاتے ہوں۔

# ضميمو- الف

# سائين حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جو هٿ آيل نئون ڪلام

(سيد غلام علي شاهہ جيلانيءَ جي ٿورن سان)

## ڪافي

خيال دم جي پئي خبر، جن ڏٺو جيئري مري،
پاڻ وڃائي پاڻ ۾، لڌايُون خبر خاصي کري.

وادي وحدت جيءَ ۾، ويا لاهوتي سيّ لُڙهي،
پيهي ويا پاتار ۾، موتي تيا نَر نارو هٽي.

مرد تي منصور جيان، سِر جو سانگو ڇڏ ڪٽي،
بيرن جي بهر ۾، هڻ ڪو نعرو حيدري.

گم ٿيا نينهن جي نشي ۾، الاالله ۾ بيٺا اچي،
حبدار "حسن بخش" شاهه چئي هو ۾ هڪ تي ويا وري.

## ڪافي

واهه ٻريا آڙاهه، برهه دي باهه، ڏيوي سو جهل جهل ڪا وهه واهه،
مگر مهماءِ، ٻڙا بيگاهه، جلاوي ٻل ٻل ڪا وهه واهه.

جس خوب ڏٺا محبوب مٺا، مطلوب ٿيوي مجزوب ديواري،
پڇي منجهه باهه چستؤن چاهه ڪرن ول ڌانهن مارن حل حل ڪا وهه واهه.

هي برهه باتون، توبي نامون، بلڪ بي چون برحالا ڪا وهه واهه،
اگن اوڙاهه وحدت واهه نگارا ناهه، بل بل ڪا وهه واهه.

ٻڪا بي رنگ، تانگهه نسنگ، ديوانه هي،
جو شاهن ڪا شاهه، بي پرواهه، منور ماهه محسن ڪا واهه واهه.

"حسن بخش" هوش گوائي گوش ڪرو خاموش،
سالار سياهه، بنيا بادشاهه، رهبر راهه رندون ۾ رل رل ڪا واهه واهه.

اڪر ٻہ چار ڪن ڏئي ٻُڌ، ٻُڌ سورجداس صفياني،
ويهي ويچار ڪر دل سان، پوءِ تنهنجي مرضي آ نعماني.

1. ٿوڙهہ تنهنجي مثل پائو ائين چمڪي جيئن ڪائو
ٻٽيو وينو آهين ٻائو شڪل تنهنجي شيطاني.

2. قزيعي وارن ڪي لاچاري، توڪي اسطقاط جي تياري،
ڏئي ڏاڙهيءَ ڪي چندڪاري، گهري هر هر متي ماني.

3. ملان مون هي شعر ٺاهيو آ، تنهنجو ٿورو مون لاهيو آ،
”حسن بخش“ حق ٻڌايو آ، تر لڳئي منهنجو يعني.



قبلہ سائين عارف المولىٰ سان منهنجي نياز مندي ڪڏهن ٿي، ان لاءِ ڪنهن سال يا مهيني ڳولڻ جي ضرورت نہ آهي. 1954ع ڌاري ڪنٽونمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ مشاعرو ٿيو. ان ۾ هڪ حسين مُهانڊو محفل ۾ آيو ۽ سيني جي تحقيق جو مرڪز بڻجي ويو. سلوار قميص پاتل، مٿي تي ڪراڪلي ٽوپي، هٿ ۾ رومال، ٻہ پنا نہ پر هڪ نوٽبڪ هئس. سائين منظور نقوي جيڪو آجيان ڪرڻ لاءِ بيٺو هو ان ٻڌايو تہ هي شاهہ صاحب ڏيڙي کان آيو آهي. منهنجي سائين سان پهرين ملاقات ٿي، جيڪا پوءِ مسلسل قائم رهي. انهيءَ ساڳي سال ڪراچي ۾ سنڌ مدرسہ السلام جي شاندار کليل ميدان تي ”ڪل سنڌ سنڌي مشاعرو“ ٿيو جنهن ۾ قبلہ طالب المولىٰ، مولانا غلام محمد گرامي، اياز قادري، مرزا اسد بيگ، نياز همايوني، علي محمد مجروح، سرشار عقيلي ۽ ٻين سنڌ جي نامور شاعرن جو هڪ وڏو تعداد موجود هو اتي نوجوانن ۾ هي فقير بہ شريڪ ٿيو. سائين عارف المولىٰ ڪي انهيءَ موقعي تي ترنم سان شاعري/ ڪافي پڙهندي ٻڌم. ڏاڍو سريلو واه واه ٿي وئي.

سائين عارف المولىٰ نهايت خوش اخلاق ۽ اعلىٰ ظرف انسان هو ۽ ڪشاده دستر خوان جو مالڪ ۽ سندس اعلىٰ مهمان نوازي تڏهن ڏٺم. جڏهن ”بزمِ صوفاءِ سنڌ“ طرفان پير حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جي درگاهہ تي قبلہ سائين جي ايم سيد جي صدارت ۾ ڏيڙي شريف ۾ شاندار ادبي ڪانفرنس ٿي. سنڌ جا ناميارا عالم، اديب، شاعر، قومي ڪارڪن تمام وڏي تعداد ۾ موجود هئا. پوءِ عارف المولىٰ ميزبان سچ تہ خانداني روايتن کي قائم رکندي، ميزباني جو حق ادا ڪري ڇڏيائين. اڄ بہ اهي نظارا اکين تي تري ايندا آهن. علمي، ادبي، خدمتن کان سواءِ سياسي، سرگرمين ۾ بہ دل کولي حصو ورتائين. قبلہ مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ سان سندس نهايت گهڻي عقيدت هئي. ڪيس عارف مان ”عارف المولىٰ“ بہ طالب المولىٰ ڪيو. صدر ايوب جي زماني ۾ سائين جي ايم سيد جي دعوت ڪرڻ ڪاريهر نانگ تي پير رکڻ جي برابر هو پر هن سهڻي ۽ سہاجهڙي انسان اهڙين تڪليفن جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي، نہ رڳو دعوت ڪئي، پر اديبن کي گهرايائين.

**پروانو ڀٽي، حيدرآباد**